# لهر لهر دريا

(شاعري)

*

## استاد بخاري



سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو

سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو پنجون ڪتاب

# لهر لهر دريا

(چوسٽا ۽ رباعيون)

*

اُستاد بخاري

*





سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو.

ڪتاب : لهر لهر دريا
مضمون : شاعري (چوسٽا ۽ رباعيون)
سرجڻهار : استاد بخاري
سرورق : فتاح هاليپوٽو
اکر : قاضي اختر
ڇپائيندڙ : سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو
ڇپيندڙ : عبدالفتاح "عابد" قريشي
ڊيسينٽ پرنٽنگ پريس چوڙيگر بازار،
شڪارپور سنڌ.
ڇاپو : پهريون
ڪاپيون : هڪ هزار
سال : جون ١٩٩٠ع
ملهه : ٣٠ روپيا

LAHAR LAHAR DARYA.
Poetry by: USTAD BUKHARI
Published by: Sindhri Kitabi Silslo
''Al-Manzar'' Ratodero, Sindh.
June 1990 — Price Per Copy Rs: 30

# "دل جي ناليِ"

منهنجي دل،
دادو آهي.
دادو سنڌ جي،
دل آهي.
سنڌ......،
سڄي دنيا،
جي دل آهي.
دنيا جو گولو،
وري ڪائنات
جي دل آهي.

"استاد بخاري"

# سٽاءُ



Scanned with CamScanner

# پنھنجي پاران........

ڪير اسانجا سور سهيڙي،
دل ٽڪجي پئي ميڙي ميڙي.
(ا-ب)

حالتن جي هٿ انسان ڪيڏوٺو هوندو آهي. وقت وڏو بيرحم ۽ بيدرد ٿئي ٿو، جنهن جي تلخيءَ جو هرڪوئي شڪار ٿيندو رهندو آهي. ان جي تيز ترائل پٽل ۾ جيون جي ڪيفيتن جا عڪس ۽ احساس لڪل ٿين ٿا. ويري وقت جون ويساهه گهاتيون هر ڪنهن جي ارتقائي سفر جون لازمي ڪڙيون آهن.

اسان پنهنجي ننڍڙي اشاعتي اداري پاران ٻن سالن جي وٿيءَ کانپوءِ وري پيار ۽ پريم سان سجايل سو ڪڙي "لهر لهر دريا" کڻي پنهنجي مهربان پڙهندڙن وٽ حاضر ٿيا آهيون. ٻن سالن جي وڇوٽيءَ دوران اسان سان اجتماعي سماجي سورن کانسواءِ ذاتي پيڙائن ۽ پريشانين واري ’لڪ به سلهاڙيل رهي، جنهن سبب ساهتي سفر واري سلسلي ۾ مسئلا، مونجهارا ۽ مشڪلاتون شامل رهيا.

وڇوڙي جي واءُ ۾ اسان جي اداري جو بنياد رکندڙ، ساڃاهه ڀريو سرواڻ سائين **قاضي عبدالحي "قائل"** اسان کان منهن موڙي پنهنجي رهنمائي وارو شفيق ۽ ٻاجهارو هٿ هميشه هميشه، لاءِ ڇڏائي ويو...!! هو عظيم انسان انيڪ خوبين ۽ خصلتن جو خزانو هيو، محترم استاد، مهربان والد، ٻلوڙ سماجڪ سڌار، سچو صحافي، اهڙو سگهارو ساهتڪار جنهن پنهنجي خداداد صلاحيتن سان هن اداري جي سرپرستي ۽ نگراني ڪئي.

اُن جدائي واري صدمي سبب اسان سڀ ذهني طرح وکري وياسين. قافلي جي سالار کانسواءِ هڪ قدم به کڻڻ محال ٿي پيو ٻـر

ان سچيتي سرجڻهار جي ڏنل سڪائتي سکيا ۽ شعوري سگهه جي سونن روپن ڪرڻن سان مايوسين جي آڙاهه مان پار پياسين. پنهنجي ادبي گلشن جي مهان مالهيءَ جي چوڏس ڦهليل سندر سرهاڻ سان جذبي ۽ جوش کي مهڪائي ڏڪائتي صدمي کي نئين سگهه ۾ تبديل ڪري پختي عزم ۽ اٽل ارادي سان اڳتي وڌڻ لاءِ هڪ وک کنئي آهي. جيڪڏهن پڙهندڙ سڪائتن سائين جو ساٿ سلامت رهيو ته هي پريت ۽ پورهئي جو سفر روان دوان رهندو.

”لهر لهر دريا“ سنڌي ٻولي جي ناميار ڏات ڌڻيءَ استاد بخاريءَ جي چوسٽن ۽ رباعين جي خوبصورت رنگا رنگ گلڙن جو سهڻو گلدستو آهي. استاد بخاريءَ جي شخصيت ۽ شاعري بابت ڪجهه لکڻ سج کي ڏيئو ڏيکارڻ جي برابر آهي. هـــا !! ايترو سو ضـــرور چئبو ته بخاريءَ جي اندر جو آواز ۽ سچ جو پڙڪو ڪشمور کـــان ڪارونجهر تائين وسندڙ هرهڪ سنڌي جي ڪنن ۾ گونجندو رهي ٿو. هو هن ڌرتي ماتا جي ڪک مان جنم وٺندڙ اهڙو عقيدتمند فرزند آهي جنهن پنهنجي جيجل جـــي ڌـــج جـــو پـــرم پـــرپـــوريـــت ســـان رکندي سنڌس سيني تي سهسين پيدا ٿيل سورن، تڪليفن کي ڏاڍي شدت سان محسوس ڪيو آهي. تڏهن ته چئي ٿو ڏئي:

ڪنول گل مان ڪوڪو نه ٿيندو نه ٿيندو.
بخاريءَ کـــان دوکـــو نـــه ٿيندو نـــه ٿيندو.
ملهائي جو نـــه ڌـــج پنهنجي جيجل جي لوڪو!
اهـــڙو کوبـــه ڌـــوکو نـــه ٿيندو نـــه ٿيندو.

بخاري، پٽائيءَ جي پوئـ جو شاعر آهي. هو ڌرتي ڌڻين جا جهڳا سڙندي، گهر کان بي گهر ٿيندي ڏسي ٿو ته تڙپي ٿو پوي. حيدرآباد ۽ ڪراچي ته ڇا جڏهن سڄي سنڌ کي بي امني جي باهه ۾ وڪوڙيل پسي ٿو تڏهن غير انساني سوچ رکندڙ جنوني جذبي واري، احساس کان خالي، هر ڪنور ماڻهو سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو:

تنهنجي اک ۾ پنهنجي ناهي پنهنجي آهي،
سنڌ سڄي پئي تنهنجي اک روئي به لٿي.
تنهنجي ٻت ۾ رت جي بدلي ريتي آهي،
خلق لڄي پئي تنهنجي دل چرڪي به نٿي.

ادارو انهن سڀني سهڪاري سڄڻن، جو دل جي گهراين سان شڪر گذار آهي جن وڏا وڙ ڪري هن ڪتاب جي ڇپائيءَ کي بهتر کان بهتر بنائڻ لاءِ پنهنجي تخليقي ذهن جي قيمتي مشورن سان نوازيو يا انهن جو جن عملي طرح محنتي هٿ ونڊائي، قابل تعريف جستجو ۽ جاکوڙ ڪري، ڪتاب کي سونهن سوڀيا بخشي ۽ وقت اندر پڌري ڪرڻ ۾ مهربان مدد ڪئي. هرهڪ جي اڏڪٽ قرب لاءِ صرف ايترو چوڻو ئي پوي:

رسالي شاهه جي ۾ جيترا شامل اکر آهن،
انهن کان پيءِ ڏهوڻا، دوستن مون تي ڪيا ٿورا.
پلا ساگر جي ڇولين کي ڳڻڻ ممڪن ڪٿي ٿيندو،
مڃيا مون جيترا ٿورا، هيا مي تيترا ٿورا.

مقصود ”گل“
سنڌڙي ڪتابي سلسلو
”المنظر“ — رتوديرو.

٢٠ جون ١٩٩٠ع

# مـــــزرا

تخليقڪار، لطيف خيالن، زنده آدرشن لاءِ، مصلحتن کان بي نياز زندگي گذاري ٿو. هن وٽ زندگيءَ جو مقصد مڪمل پاڪ صاف احساس ۽ انسان دوستيءَ جو جذبو آهي. هو ٿوري وقت بجاءِ سرمديت ۾ جيئڻ گهري ٿو، تنهن ڪري زندگين سان لاڳاپيل فن جي ڌرتيءَ تي اڏول بيهي ٿو. هو حقيقتن جي آخري تهه تائين اندر هليو وڃي ٿو جتي پنهن جي ذات وچائي حقيقت بڻجي پوي ٿو ۽ اهو ئي عمل سندس ذات کي ڪائنات ۾ مٿانهون ڪري بيهاري ٿو.

جڏهن وٽس، ٻاهريان واقعا ۽ ڪيفيتون اندروني بڻجي پون ٿيون تڏهن هو ساري واردات پاڻ تي محسوس ڪندي تڙپي ٿو ۽ لازوال ٿي پوي ٿو. هن جي نظر/سوچ اونهي گهري/اونهي ٿئي ٿي جو هو پنهن جي سماجي واقعن جي بنياد تائين پهچڻ ۾ ۽ شين کي انهن جي حقيقي ماپي جي حساب سان ڏسڻ ۾، عمل ۽ رد عمل کي ڇاڻڻ ۾ هڪ عام ماڻهوءَ سياسي ڇاڙوءَ کان به ڪيترا پيرا وڌيڪ سگهه رکي ٿو.

هن جي تخليق محض سندس جمالياتي ذوق ۽ خيالي تسڪين کي پوري ڪرڻ لاءِ نه ٿي ٿئي پر سماج ۾ سمورن اخلاقي قدرن کي هٿي ڏيڻ ۽ غير اخلاقي حرڪتن کي ختم ڪرڻ لاءِ وجود وٺندي آهي. هو چاهيندو آهي ته سمورا سماج هڪجهڙا سهڻا هئڻ گهرجن جن ۾ ڪنهن به هڪ ماڻهوءَ سان ڪنهن به قسم جي زيادتي نه ٿيندي هجي ۽ سڀئي ماڻهو بحيثيت هڪجهڙي ماڻهوءَ جي، هڪجهڙي حيثيت سان زوال پذير زندگين کي اٿاهه محبتن سان لازوال بنائي ڇڏين. تنهنڪري هو دنيا جي سماجن کي سامهون رکي پنهنجي جذبن، امنگن، احساسن ۽ تمنائن جو ڀرپور اظهار ڪندو آهي.

تخليقڪار نه رڳو امن پسند ذهن رکندو آهي پر امن- عالم لاءِ پرچارڪ جي حيثيت به رکندو آهي. هن کي جنگ کان ايتري نفرت هوندي جيتري ڪنهن پيءُ کي پنهنجي اولاد جي موت کان. هن جي رڳن ۾ نسل پرستي يا ذات پات جي فرقن، ويڇن جو گندو رت ڪين ڊوڙندو آهي. هو هميشه چاهيندو آهي ته بين الاقوامي طور تي انسانن ۾ اهڙا لاڙا وجود نه وٺن جن سبب هڪ ٻئي کان نفرت ٿيڻ لڳي، دشمنيءَ سبب رت جي بوءِ ڏيهه ۾ پکڙجي وڃي ۽ ماڻهو هڪ ٻئي کي ڏسندي هٿيارن تي آڱريون ڦيرڻ لڳن. اهوئي سبب آهي جو سچو تخليقڪار عارضي ۽ هٿ ٺوڪيئي امن تي حقيقي امن کي جاءِ ڏيارڻ لاءِ پنهنجي تخليقن ۾ قومي / رياستي جبر، سماجي ناانصافي ۽ غير اخلاقي حرڪتن کي ختم ڪرڻ جو رنگ ڀري ٿو، پر جڏهن ۽ جتي نسل پرستي ۽ ارهه زورائي پنهنجون حدون اورانگهڻ لڳن ٿيون ۽ طاقتور افرادي قوت نسل پرستي جي بنياد تي ٻين هيٺين قومن کي هيسائي انهن جي حقن جي ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪري ٿي (جيئن هن وقت سنڌ ۾ سنڌين سان ٿي رهيو آهي) ۽ پنهن جي نسلي برتري قبول ڪرائڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ سمورا ناجائز طريقا استعمال ڪرڻ کان نه رڳو ڪيٻائي ٿي پر ذوق شوق سان ڪري ٿي، انهيءَ هنڌ تي تخليقڪار کي ٻي ڪا راهه نه ٿي سجهي تڏهن پنهنجي تخليقن ۾ استحصالي قوم خلاف/انهن جي دهشتگردين خلاف، امن پسند- هيٺين قوم جي ماڻهن کي گڏ ٿيڻ لاءِ ۽ گڏجي پنهنجي حقن ۽ دنگن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ منجهن روح ڦوڪي ٿو ۽ اهو هنڌ آهي جتي گهڻن قوميتي حساب سان هڪ شاعر ليکڪجڻ ۾ اچي ٿو ۽ قوم ان کي عزت ۽ عظمت جي نگاهن سان ڏسڻ شروع ڪري ٿي. ٻئي پاسي وري ظالم ۽ غاصب قوم جا پنهنجا يا ڀاڙيتا پالتو چاڙتا، پنهنجي آقائن کي راضي رکڻ لاءِ ۽ پنهن جي خود غرضيءَ جي پورائي لاءِ ڪيس پروپئگنڊسٽ سڏڻ واري ڪميڻي حرڪت ڪن ٿا.

سچي تخليقڪار جي تخليق ۾ غضب جي سرمستي ۽ لازواليت هوندي آهي جيڪا سندس ذات وانگر سندس پوري پيڙهيل قوم کي سماجي

اڻ برابري خلاف بغاوت تي اتاريندي آهي. گذريل ٻئي عظيم عالمي جنگيون، جن ۾ لکين ماڻهو ڪن پل ۾ هميشه لاءِ، پاڻ کي هڪڙو ٻيرو مليل زندگين جون ڏاڍيون وڻندڙ گهڙيون وڃائي ويٺا، جن بنيادن تي لڳيون، تن اڄ ڏينهن تائين بين الاقوامي ادارن ذريعي ڪانپوءِ وري ساڳين بنيادن تي پر نئين روپ ۾ اندروني طور تي سگهارين ۽ هيڻين قومين ۾ گـــرم/ سرد جنگيون اسرندڙ ملڪن/ علائقن ۾ زور شـــور ســـان شروع ٿي ويون، جن کي جاگيرداري ۽ سرمايه داري ذهنيتن پنهنجي ديرپا مفاد ۾ سمجهي هٿي پئي ڏني آهـــي. هڪ ڌر، پنهنجي برتري کـــي قائم رکڻ لاءِ هرطرح جون بين الاقوامي اصولن کـــان وانجهيل غير اخلاقي حرڪتون پئي ڪري ته ٻي ڌر پنهن جي قومي وجودي بچاءُ لاءِ پيئي پاڻ پتوڙي. ظاهر آهي تـــه اهڙين حالتن ۾ هڪ حساس طبيعت رکندڙ تخليقڪار ( اديب- شاعر ) وڌيڪ متاثر ٿئي ٿو ۽ ڪنهن قومي بقا لاءِ جدوجهد ڪرڻ سبب ڌر ٿيڻو پوي ٿو ۽ مظلوم قـــوم جي لاءِ اڳتي وڌڻ، مٿس ٻين کان وڌيڪ اخلاقي فرض عائد ٿئي ٿو. بـــيءَ صورت ۾ قومـــي تهذيبي، تخليقي ۽ فطري آجپي جـــو ڪنڌ ڪپجي پوڻ جو انديشو رهي ٿو.

جيئن ته عام ماڻهن جي پيٽ ۾ هڪ اديب- شاعر وٽ آزادي، بي ڊپائي ۽ سچائي جو جذبو تمام گهڻو آهي، تنهن ڪري پنهنجي قـــوم سان ۽ پنهن جي قومي اجتماعي مقصد سان سچو هجڻ جي ناتي عوام کان گهڻو اڳڀرو اٿي بغاوت ڪري ٿو ۽ اهڙن سياسي اڳواڻـــن جـــي انائيت واري عمل کي ننديو ٿو جنهن سبب قـــوم هڪ ڏکي وقت لاءِ ظالم جي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهجندي رهي ٿي. عام ماڻهو جـــي پيٽ ۾ هڪ شاعر- اديب جـــي انـــدر ۾ تمنائون، محروميون، ڏـــهڪ، لـــڙڪ، خوشيون، مـــايـــوسيون محسوس ڪرڻ واري سگهه نهايت تيز ٿئي ٿي تنهن ڪري غاصب ٽولي/قوم کان پنهن جـــي/ پنهن جي قوميتي آزادي لاءِ سندرو ٻڌي بيهي ٿو. وري غاصب قوم/ ٽولي طرفان عام ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ ڀيريون سخت وار ٻـــه انهيءَ

تخليقڪار تـي ٿي ٿئي ته جو ته غاصب چاهيندو آهي تـه تخليقڪار پنهنجي تخليقن جـي وسيلي اهڙو ڪيترن جنهن ۾ آزاديءَ جـي تحريڪ جا جذبا تخليق ڪري ٿو ڇـڏي. هڪ تخليقڪار صحيح سماج جي تعمير لاءِ انساني سوچ جـي تعمير کـي نظر ۾ رکندي، امن جـو پرچارڪ هوندي به عارضي طور تـي جنگ جـي تـائيد ڪندو آهـي.

جيتوڻيڪ هڪ اديب/شاعر جو سياست سان سڌو سنئون لاڳـاپو نه هوندو آهي تڏهن بـه قومن جـي تقدير بدلائڻ لاءِ پنهنجي علم، ڏاهپ ۽ فڪري گهرائي جي مدد سان سياست سان ڇڙو پڙو لاڳاپو رکندڙن کي صحيح راهه ڏيکارڻ سندس فرض آهي پر انهيءَ لاءِ هڪ سچي ۽ اعليٰ تخليقڪار کي پنهنجي مؤثر تخليق لاءِ اهـڙن موزون اثرائتي خيالن جي هٿيارن سان ليس رهڻو هوندو آهـي جيڪي هڪ پيڙهيل قوم کي احساس ڪمتري کان ٻاهر ڪڍي ان ۾ پـائـدار قومي ۽ اخلاقي جرئت پيدا ڪري سگهن.

غلام ۽ پيڙهيل قوم جڏهن پنهنجـو قومي آجپو حاصل ڪري وٺندي آهي تـه پوءِ تخليقڪار پنهنجي حقيقي ۽ اصلوڪي منبر تـي وجـي ويهندو آهي جتان اڳي وانگر، امن، انصاف ۽ ڀائيچاري جـي وڻندڙ فضائن ۾ پنهنجي اندر ۾ پيدا ٿيندڙ حسين خيالن ذريعي فطرت جي حسن سان ابدي رهاڻيون ڪندو آهي ۽ مسلسل ڊپ ۽ بي يقينيءَ جـي پڇاڙيءَ تي خوش ٿيندو آهي. اتان ئـي امن- عالم ۽ جمالياتي تسڪين جا چشما ڦٽندا آهن.

مٿي جيڪي به مختصر طور تي هڪ تخليقڪار (اديب- شاعر) بنسبت بحث ڪيو اٿـم، استاد بخاري اهـڙن شاعرن ۾ نهايت قداور آهي. سندس هن ڪتاب ”لهر لهر دريا“ ۾ اهڙائي موضوع آهن جن ۾ قومي جبر خلاف جنگ، اتساهه، اميدون، ارمان، خوشيون، ڏک، ٿڪ، ڇيخون، ڏس، ارادا، هوش ۽ حوصلو ڏياريندڙ چـارسٽا رچيل آهـن.

جتي حسن سان اٿاهه پيار آهي اتي ڏاڍ سان اڻٽڪ جنگ جوئيل نظر ايندي. سندس دل ۾ پنهن جي پيڙهيل مظلوم قوم جو درد، انهن جي غلاميءَ جو احساس، انهن جي ڇڙوڇڙ رکڻ تي سياسي اڳواڻن جي روين تي افسوس، پنهن جي پونءِ جي پترن- ٻوٽن، پنن، ميون، وٽن، ڍنڍن، ندي، واهن، ڪسين، پاڻي، اناج ۽ ان تي زندگي جي سمورن پهلوئن سان محبت، اٿاهه محبت سندس هڪ هڪ لفظ ۾ پريل آهي.

قومي ٻڌي لاءِ تڙپي ٿو، آزادي وٺڻ لاءِ گهڃيءَ واري گهٽ ڪي چيله جو سندرو ڪريتو ۽ همالي ڪان ٻه وڌيڪ پختو عزم رکي ٿو. هو جتي واتوڙي شاعرن کي نندي ٿو اتي بيان باز سياسي اڳواڻن کي بہ شرمائي ٿو.

استاد بخاري، پنهن جي زندگيءَ ۾ ٿي آزادي ڏسڻ جو آرزومند آهي ۾ سياستدانن جا ويچاڻتا رويا کيس سخت صدمو پهچائن ٿا. هو پنهن جي ڌرتيءَ، پنهن جي ٻولي ۽ پنهن جي قوم سان سچو آهي. هن جو جسم هن جي ڌرتي آهي، هن جو روح سنڌي قوم آهي هن جي زندگي جو مقصد سنڌي ٻولي جي ابديت آهي. استاد بخاري سنڌ ڌرتي ۽ سنڌي قوم جي سڏ تي هرحال سرسوڌو تيار لڳو بيٺو آهي. هو چوي ٿو:

آڙاهہ ۾ آلاڻ، اها اڻ ٽيڻي،
۽ سون ۾ ڪاراڻ، اها اڻ ڏيڻي،
جنهن وقت سڏي سنڌ، بخاري پڙڪي-
ڇا لاءِ ۽ ڇاڪاڻ، اها اڻ ڏيڻي!

سرڪش سنڌي
لاڙڪاڻو.

# ٿـــورا

”ٿورن جي ڳالھ چيڙڻ آسان پر نباھڻ محال آھي.“

آءٌ اڪيون ڀوني ڏيان ھلايان ٿو تہ رب جو قسم ڇڻ تہ سڄي ڪائنات جو پاڻ کي ٿورائتو پيو سمجھان. ھـــر امن پسند انسان جو ڪنھن نہ ڪنھن نموني مـــون تي احسان آھي.

ھـــن ڪتاب جي سلسلي ۾ الائي ڪيترا قربـــدار اجان ڀاڳي ڀائيوار ٿيندا. محترم مير محمد پرھياڙ ۽ سبحان ميمڻ صاحب ھن ڪتاب ڇاپرائڻ لاءِ صلاح بہ ڏني ۽ مالي تعاون بہ ڪيو. عزيزم مقصود گل ۽ سندس ڀائر، منظر، اختر، ان ڪانسواءِ مختار گھمرو ۽ سرڪش سنڌي بہ سھڪاري ساٿي اٿم. ادا حاڪم علي شاھـــہ ۽ دادو جي دوستن تہ جيڪو ساٿ ڏنو آھي سو ھلندو رھندو. آءٌ ٿورائتو.

جي طاقت ڏني رب تہ لاھي بہ ڇڏبا،
جي لاھي نہ سگھبا تہ پوءِ ڳائبا پيا.

اُسـتـاد بـخـاري

غريب آباد محلو دادو، سنڌ.

## عـــزم

اگـــر عـــزم اڻ ٽـــر اڻن ٽـا تـــہ پـــو،
هـمالا هـمالا جـهڪي ٽـــا پـــون.
مـگر وهـــم ساگر وٽـــن ٽـا تـــہ پـــو،
جـــوالا جـــوالا، پـسي ٽـــا پـــون.

*

## جيءَ جيارا

سمونڊن ڪي هونـدا ڪنارا بـــہ آهـن.
ڀهاڙن ۾ ووڙيو تـــہ چارا بـــہ آهـن،
جي جرڪي جيئڻ جـو پڪو فيصلو آ،
تـــہ هـــن جـــوءِ ۾ جيءَ جيارا بہ آهـن.

*

## نہ ٽينڊو نہ ٽينڊو

ڪنول گل مان ڪوڪو، نہ ٽينڊو نہ ٽينڊو.
"بخاريءَ" کان دوکـو، نہ ٽينڊو نہ ٽينڊو.
ملهائي نـہ جـو ٽيج جيجل جـي لـوڪو!
اهڙو ڪو بـــہ ٽـــوڪو، نہ ٽينڊو نہ ٽينڊو.

*

## خدمت ڪنداسين

محبت سان ڀرپور محنت ڪنداسين.
۽ محنت جي هر ريت عزت ڪنداسين.
۽ عزت اسان جي انهيءَ ۾ ئي آهي،
ته پيارن پنهوارن جي خدمت ڪنداسين.

*

## نه ٿيو نا اُميدي

جي ڦاٽن ٿا ڪپڙا ته سبجن به ٿا.
رُسن ٿا جي پيارا ته پرچن به ٿا.
نه ٿيو نا اُميدي، ٻڌايو ملم،
ڇڪي ٿا پون چاڪ، ڀرجن به ٿا.

*

## سِنڌي - ٻَڌي

وجهو ڊوڙ هيڏي اچو سڀ وڏي!
رَڌي ڪوٽ مان *تاج تختي لڌي.
پڙهو ڏيان سان انجا سونا اکر،
لکيل لفظ آهن ته "سِنڌي - ٻَڌي".

* تاج صحرائي

## گفتو

"اڄـــا رات آهي" ننڍاڪـــن جـو گفتو.
"اُٿو ڏينهن ٿي ويو" سڄاڻـن جو گفتو.
"ملي ڪي نٿو ڪجهه" ڪُراڙن جو گفتو.
"وڃي رهبو سيڪجهه" جـوانـن جو گفتو.

*

## سَندرو

عُـمـر رات سپنو سـدورو لــڌم.
انــهـي سپني همت وڏيءَ ۾ وڌم.
ڏسان ٿي: ٻُڪل پئي ٿي گهو گهو ڏئيم.
ڳچيءَ مـان ڪيي ڳٽ، سندرو ٻــڌم.

*

## مظلوم

ڏسڻ ۾ ته گوڏي جـــو جڻ گاهه آهن.
حقيقـت ۾ ڳجگاهـه *ڪَنداهه آهـن.
متان ڏون سڪو واهه سمجهين وڏيــرا!
وهي پيا تـــه مظلوم دريــاهه آهن.

* سيوهڻ جي سامهون درياه پار پهلو

## چـو؟

ُڦٽن گيت ُســرهــا گــلابي گلابي.
انهن آڱــرين ۾ هــي پيلاڻ چـو؟
نگاهن مان اپريــو پـوي ڪاميابــي،
انهن جي اکين ۾ هـي آلاڻ چـو؟

*

## او شــاعــري!

مڃيم، سـچ جـو سـچ ۽ ٻـج آهين،
ٻکئي لئہ ڳيو نـــاهين، او شاعـــري!
وڏي ڏات ٿي ڏيهہ ڪي روز ڏينہ پــر،
ننگي لئہ لٽو نـــاهين، او شــاعــري!

*

## ڍوڍو

مزورن ڪسانــن جي محنت بہ ڍوڍو،
َسلي ۾ اٽـــن ساهــ، محبت بہ ڍوڍو.
پلو ڪيٽ گهرجي، پـريو پيٽ گهرجي،
غريبن جي َسستي سياست بـــہ ڍوڍو.

*

## اُستاد

لکڻ جو قسم لوح تــــوڙي قلم جـــا،
نگهبان اوهين خــــاص اســـتــــاد آهيو.
قطعو منهنجو حق جي وکالت ڪري چا،
اوهين خود بـــــہ مضبوط فريـــــاد آهيو.

*

## اُستاد ۽ قوم

هنن جون چماٽون اڃا يــــاد آهــن.
اڪيون ڪـــــول او قـــــوم، استاد آهــن.
هنن جي ُحقن جـو حساب ئي نـــہ آهي،
سڄي قـــوم ُسرهي جي هي شاد آهــن.

*

## مفادن جو ٽڪراءُ

چـــــوان ٿو تہ ساٿـــــي جي سرلا هجو،
تـــہ پونگن ۽ بنگلن جا پٽڪا بـــــڌو.
جـــــي گيرب ڪيا ٿـــــورا گهيرا هجو،
مفادن جي ٽڪراءَ جـــا ڪڙڪا بـــــڌو.

*

## جونجي ويا

ڄتن سان جتن ۽ مُتن سان متا،
جيئڻ ڪاڻ جنگاهہ ۾ جونجي ويا.
گرڻ ۾ گتا ڪي ڪتا ڪي رتا،
ڪي آتا، ڪي ڪاتا ڪي بازي کٽي ويا.

*

## ڪلڪون، ڪهاڙيون

او هاري او ناري! او ڪڙمي مزورو!
اسان واريون ڪلڪون امانت اوهانجي.
توهانجون تکيون ڪوڏرون ۽ ڪهاڙيون،
توهانجو قسم آهي طاقت اسانجي.

*

## زمانو اٿي پيو

اُٿيو هاڻ گهوڙو ۽ ٻانو اُٿي پيو،
ٻنيءَ ساڻ گڏ ڪارخانو اُٿي پيو.
ڏني اُپ لولي، جهلي پونءِ جهولي،
مگر چيلهہ موڙي زمانو اٿي پيو.

*

## اڻائو - سٺائو

جي پهچي تہ انسان زهري تي پهچي،
اَڻائو بہ اُن ڪَئي اَڻائو ڪٿي آ؟
نہ ٿو ڪير اڄ تائين ڪينسر کي ڪُچلي،
سَٺائو بہ ايڏو سٺائو ڪٿي آ؟

*

## پورهيو

قلم سان ڪجي بيلچي سان ڪجي،
گهڙي سان ڪجي يا گلي سان ڪجي،
بهرحال پورهيو تہ پورهيو ئي آهي،
سُئي سان ڪجي يا رَنبي سان ڪجي.

*

## وڏو چارُ دنيا...

وڏو چار دنيا وچائي ڇڏيو آ،
بکئي پيٽ رهندو وڄائي ڇڏيو آ.
پيئڻ لاء پاڻي، چُگڻ لاء چوگو،
قفس جي ڪُپن ۾ رکائي ڇڏيو آ.

*

## دنيا

سمونڊن جي قبضي ۾ صحرا آٿو،
پهاڙن جي گهيري ۾ دريا آٿو.
اُڏامون ٿا ڪيڏو ڀي، آفاق آڏو،
وڏو جڻ ته پڃرو هي دنيا آٿو.

*

## ته چاهي

ڪٿي ڪنهنجي ٻيڙي ٻُڏي وئي ته چاهي؟
جي لوڙهي تان جهرڪي اُڏي وئي ته چاهي؟
سچو ڳوٺ ڍُهلن دمامن تي جهومي،
جي گهرمان ڪا گونگي ڳُڏي وئي ته چاهي؟

*

## برف مان درياه...

جتي برف ڏاڍي ۾ ڏاڍي جمي ٿي،
اُتان ئي ته درياهه وهندا ڏسون ٿا.
جتي چيچڪا ڪائي ڏرتي وجي ٿي،
اُتيئي ته گجگاهه ڦُٽندا ڏسون ٿا.

*

## تجربو

جي ڇڇ ٻه ته ڏاريا ٻه چوڏار ڏسندين.
جي ڀٽڪو ته پنهنجا به بيزار ڏسندين.
ٻين کي ته ڇڏ پر وڏي وٽ پڪڙ ۾،
ڏون خود پاڻ کي پاڻ کان ڏار ڏسندين.

*

## آزمائي ڏٺيوسين

ڀتيون ماڏيون آزمائي ڏٺيون سين.
سگهيون پائيپيون آزمائي ڏٺيون سين.
مصيبت ۾ کو يار همدرد کونهي،
پکيون دوستيون آزمائي ڏٺيون سين.

*

## ؟

ڏنو چا، کو پاڇو، اُڏاڻي پکيءَ جو؟
مليو چا، بيابان ۾ ڦرهو ڪجيءَ جو؟
او گهاتو! گهڙيو مان به ساگر ۾ آهيان،
ها، مونکي ٻه هٿ ۾ چلر آ مڇيءَ جو.

*

### تدبير، مقدر

مُلهي ۽ مَري هي ڏٺو ڏيک مون،
تہ ڪوشش ۽ قسمت جي چڪري لڳي.
تدبر هو اوتر ۾ لهرون تڪيون،
مقدر ٿي ساگر ۾ ٽڪري لڳي.

*

### وڏي وٿ

وڏي وٿ آهي سچيتو شعور.
هجي هوش سان جوش، جذبو ضرور.
فقط عقل تي فخر شاطر عيار،
رڳو هاڻ تي زور اوڳو مزور.

*

### سچي ڪر!

وڏا وات ۾ چو اٿئي مُنگ زمانا،
ستايو غريبن کي ڪنهن آ، سچي ڪر!
چڙي ڏي اجايا سجايا بهانا،
حقيقت ڪٿي اڄ تہ ڪيرڻون اچي ڪر!

*

## حقيقت

حقيقت بيانـي، گلا ٿي پوي ٿي.
حقيقت پسندي، ثنا ٿي پوي ٿي.
ڪجي ڪيئن استاد ڪيڏانھن وڃجي،
حقيقت لڪائڻ، خطا ٿي پوي ٿي.

*

## زندگيءَ جي ھوا

مٿي ۾ اٿئون زندگيءَ جي ھوا،
اسين تيز رفتار آھيون سو آھيون.
اڙي موت! ساھت جي رستي مٿان،
اسين ٿوڏي ھسوار آھيون سو آھيون.

*

## ٽڪراءُ، سرچاءَ

ھي مھراڻ موجون، ھي ڇوليون ڇٽيون،
ھي ڇڪتاڻ جيوت جو آھي نشان.
جو ٽڪراءُ تنھن ۾ بہ سرچاءُ آ،
عداوت بہ الفت جو آھي نشان.

*

## آرزو - جستجو

تمنا ۾ تحريڪ موجود آ،
ترقي جي تاريخ موجود آ.
جتي آرزو آ، اتي جستجو آ،
زماني جي تصديق موجود آ.

*

## چا ٿي ويو آ

حڪومت تہ عهدن ۾ مجبور آهي.
پر آزاد رعيت کي ڇاٿي ويو آ؟
ڪندي مصلحت فيصلا آهي گم سم،
حقيقت جي غيرت کي ڇا ٿي ويو آ؟

*

## دغائون، انائون

ڪلامن ۾ منصور شاعر اسان جا،
بيانن ۾ مشهور رهبر اسان جا.
دلين ۾ دغائون، سرن ۾ آنائون،
پڙهي دؤر ويو آهي اندر اسان جا.

*

## سوچون سنيالي رکو!

پلي مون کان سڀ موڪلائي ڇڏيو،
رکو "ياد" ٻاقي ڀُلائي ڇڏيو.
ٻهاريءَ جون سوچون سنيالي رکو،
مِٽي سا مِٽيءَ سان مِلائي ڇڏيو.

*

## چمن دفن ٿي ويو

سچي آڌ صديءَ کي سوا پهر ۾،
ٺبيريون وچون ٿا، ٻڌائي ڇڏيو.
ٻهاري جي خوشبو ٻچي شهر ۾،
چمن دفن ٿي ويو، ڀُلائي ڇڏيو.

*

## نئون نظارو

ٿو ساگر تي کهڙو سهارو ڏنو؟
تسي ٿر کي کارو ڪنارو ڏنو.
جگر ٿهڪندڙ آ، نظر ڀهڪندڙ آ.
نئون زندگيءَ کي نظارو ڏنو.

*

## محبت مچائي ڇڏيسين

الائي تـــہ ڇــاڇــا وڃائي وڃائي،
سڄي زنــدگي ئي وڃائي ڇـــڏيسين.
طبيعت رتـــو ڇاڻ ۾ سچ نچائي،
ڇــون ٿـــا محبت مچائـي ڇڏيسين.

*

## عقيدو عقل

جــهــور عــقــيدو اُبڙي پـــيـــو آ،
عــقــل- جـــوانـــو اُگهڙي پـــيـــو آ.
حجري جـون ٿـــا ٿـــوڻيون کوڙيو،
هوڏان عـرش بہ اکـــڙي پيو آ.

*

## رنب، رقص

ٻميت ٻميت ڏور ڏڳـــي پــيـــو،
گهوگهٽ گهوگهٽ گـــول وڃي پيو.
صحرا، ساگـــر رنــپ پـــوي پئي،
"رمبا رمبا" رقص هـــلي پـــيـــو.

*

## جهد جو ناد

ڏور نئين جي ديد ۾ دل ۾،
فڪر تا چا، فولاد وجي پيو.
ساگر، صحرا، محفل، مل ۾،
جهد - بقا جو ناد وڄي پيو.

*

## محنت

خلقت سڏڪي گهرندي آهي:
صحت، دولت، شهرت، عظمت.
قدرت مرڪي چوندي آهي:
محنت، محنت، محنت، محنت.

*

## واڪو واڪو پرچم

هي غم دل جو مرهم سمجهو،
ماتم سچ جو سرگم سمجهو.
جهوڏنڪو جهوڏنڪو فاتح - هٿ،
واڪو - واڪو پرچم سمجهو،

*

## سنڌو تنهنجو

ڏينهن جو ڪم آ، رات جو غم آ، سنڌو تنهنجو،
منهنجو هڪڙو هڪڙو دم آ، سنڌو تنهنجو.
گيت لکان پيو، جنگ لڙان پيو، ڏيهه ڏسي پيو،
ڪنَ تي قلم آ، هٿ ۾ علم آ، سنڌو تنهنجو.

*

## هي ممڪن آ

صحرا، ساگر بڻجي وڃن هي ممڪن آ.
ٻجرن مان ٻرَ بڻجي وڃن هي ممڪن آ.
ناممڪن ڪجهه ڪونهه رهيو آ، او ڏاڏا!
ڏونگر پوپر بڻجي وڃن هي ممڪن آ.

*

## سپنا، ساپيان ٻنبا

جهوُنڪا، طوفان ٻنبا؟ هوڏس ٻنجن ٿا پيا!
برپٽ ٻستان ٻنبا؟ هو ڏس ٻنجن ٿا پيا!
ناممڪن ڪجهه ڪونهه رهيو آ، او بابا!
سپنا، ساپيان ٻنبا؟ هو ڏس ٻنجن ٿا پيا!

*

## بنا عنوان

وقت هجي روهيلو رڻ پٽ،
ڏينهن ضرور تہ توهر هوندا،
ذهن جتي اونداهيون غارون،
فڪر اتي ڪاريهر هوندا.

*

## ڏينهن تتو

ڏينهن تتو، ترُ تاندا، ٿامون،
آوا ٿي ويا ٿاڻا، ٿانءَ.
پيا تہ چڏيو خود سورج ڪرڻا،
ٻوڙي ڳولن چاچا، چانءَ.

*

## جيون - جنگاهہ

جيونَ جو جنگاهہ زمانو،
اوڙي پاڙي ۾ آڙاهہ.
پڌري پَٽ تي *پاڻيپٽ ۾،
ڪيتر وٺندو ڪير پناهہ.

* پاڻيپٽ مان مراد جنگ جو ميدان.

## هيٺاهين

سورج پنهنجا ڪرڻا پاڙهي،
پنهنجي مُنهن ۾ پالا ڪوڙيا.
هيڏا سارا سمنڊ سگهارا،
هر پنهنجي هيٺاهينءَ ٻوڙيا.

*

## آس تہ ڏسُ!

سورج جو ناهيرو ڪوڙي،
رُج جو ڪير تي سچ ولوڙي.
تاسَ تڪيءَ جي آس تہ ڏس هو،
ريتِ تتيءَ تي اُس تي ڊوڙي!

*

## عيدون ايندِيون

مايوسين جي ڪُن مان نڪري،
جُنگ - جهاز .. اميدون ايندِيون.
ماتامن جي جُهڙ مان اُڀري،
عزم عظيم جون عيدون ايندِيون.

*

## دنيا جي همدردي

پڳ لاهي پوچو پڌرائڻ،
ِسرُ ڦاڙي سُرمو پارائڻ.
هئه دنيا تنهنجي همدردي!
رت رئاري رئاري پرچائڻ.

*

## ڀڳڻ چائي چار

ڀڳڻ، چائي چار ڏين ٿا.
بعضي بزرگ، ٻار ڏين ٿا.
روهه منجهان ٿا روهي ٻنجن،
ڀونءِ، ڀريءَ جو بار ڏين ٿا.

*



## هوشيار رهو!

دل پنهنجي سنڀاليو، ميلي ۾ دلبر ٻه آڏو.
هوشيار رهو، جو رستي ۾ رهبر ٻه آڏو.
هت دانهن ٻُجهي ڪنهنجي ٻه ٿئي ڪوصحرا آ،
ِهت ماسُ ملي ڏو ماڻهوءَ جو، بازر ٻه آڏو.

*

## حرڪتون

بعضي بعضي اپ ڪريٿو، ڪڪرن واريون حرڪتون.
هيڏو ڏاگهو پيلو ننڍڙن ٽارن واريون حرڪتون.
آءٌ بہ ڪٽ استاد، ڪٿي شاگرد ٿيان ٿو دوستو!
پنهنجن يارن کان بہ ٿين ٿيون ٻارن واريون حرڪتون.

*

## پنڌُ ڊگهو

رات ۽ ڏينهن جو آهي ٻُڌو تو چيلهہ - پٺو،
ٽِڙڪي، چانءَ جو چٽڪمرو آ پنڌ ڊگهو.
صدمو صدمو، ڪنڊو، گذرئين جهنگ، منجهان،
رهڙيو پيو آ راڳي تنهنجو روح سڄو.

*

## تنهنجي هٿ ۾

ساگر، صحرا صحن تہ ڏونگر ها ليڪا.
تنهنجا * گهروندا، افريشيا ۽ امريڪا.
سپنا، ساپيان، ٿاهين، ڊاهين وينو تون،
خير ۽ شر جا تنهنجي هٿ ۾ زانديڪا.

* گهروندا: مٽيءَ جا ننڍڙا ٻاراڻا گهر

## مظلومن جا واڪ

مزدورن جا ڏينهن ٻڌرن تا ٻمل جي ڦيٿن وانگر.
سيٺين جا سرمايا سوگها لوهن ٿنڀن وانگر،
ظالم انڌا، ٻوڙا، گونگا تابوتن جان آهن،
مظلومن جا واڪ وڃن ٿا ٻپٽ جي دهلن وانگر.

*

## هڪڙي عمر هزارين آسون

سانئڻ لاڪر دل پئي ڪئي آ محبت جي مزدوري.
ڪافي عشق ڪمايم، دل جي پو به نه اوري پوري.
هڪڙي عمر هزارين آسون اهڙيون دل ۾ ڏاريون،
هڪ هڪ آس هزارين عمريون ساڻي پو به آڌوري.

*

## حوصلو

هي ضروري ناهي هر هر زلزلو پيدا ڪجي.
قوم ۾ ليڪن مسلسل ولولو پيدا ڪجي.
مشڪلاتون ايندڀون رهنديون پر ٻڌو مشڪلڪشا!
هر قدم تي هوش سان گڏ حوصلو پيدا ڪجي.

*

## جنگي گيت تي ناچ

شاعر سوچيو: واڪا ٿيندا،
وڻ - وڻ وڄندا، پڪ پڪ اُڏندا.
جنگي گيت تي ڪنهن کي سُڌ هئي،
ناچو بنجي نينگر نچندا.

*

## سنڌ سڙي پئي...

تنهنجي اک ۾ پتلي ناهي، پٿري آهي،
سنڌ سڙي پئي تنهنجي اک روئي ٻه نٿي.
تنهنجي بت ۾ رت جي بدلي ريتي آهي،
خلق لڇي پئي تنهنجي دل ڇرڪي ٻه نٿي.

*

## ديس نه اڏ ٿيندو

اخبارن ۾ جو تون روز نبيرين ٿو،
سنڌو ڏرتي آڏيري ڪا ٻڪري ناهي.
ڏ ڙ آڏ ٿيندا، پيئو، ديس نه آڏ ٿيندو!
ديس ونڊايون، هي ڪاٺ جي وکري ناهي.

*

## استقبال

ويهين سن ۾ باقي آهن يارهن سال.
ايڪيهين جو ڪرڙو آهي استقبال.
ڪاتبُ- وقت لکي ٿو بيٺو تقديرون،
ڪاهل لاءِ زوال ته لائق لاءِ ڪمال.

*

## او طوفانو...!

او طوفانو، ڪارونڀجهر گهر منهنجو آ،
سرَ- ڊيليءَ تي ڇيهي جو آکيرو ناهي.
ڍهه- ڍهه، ڏڳ- ڏڳ قبضو آ، ترمنهنجو آ
ڳيري وارو ٿاريءَ تي واهيرو ناهي.



*

## ٿيءُ

انگ اُگهاڙي جي اڳيان اولو به ٿيءُ!
پوتِ ٿي، پهراڻ ٿي، پٽڪو به ٿيءُ!
ظالمن جي ڪنڌ ۾ ڦندو ٿي پئه،
پائرن جي ڇيله جو سندرو به ٿيءُ!

*

## دوستي، دشمني

پيار ۽ سونهن جا گل سرها ٿيو.
خار سان سيلها ٽڪا ڪنڊا ٿيو.
دوستيءَ کي دل جا گلدستا ڏيو،
دشمني ڏاڙهي تـ پو ڏنڊا ٿيو.

*

## هر جڳهه تي هُوڪ

دشمنن لاءِ نانگ واري ٿُوڪ آ.
دوستن لاءِ مورَ واري ڪُوڪ آ.
شِرَ هُلايو: شاعري گم ٿي وئي،
خير گرجيو: هر جڳهه تي هُوڪ آ.

*

## پيدا ڪجي

درد ۽ زنده دلي پيدا ڪجي،
ڪشمڪش ۽ دلڪشي پيدا ڪجي.
پنهنجي دنيا، پنهنجي، آزادي، خوشي،
ڏسجي ڇو، خود وڏي پيدا ڪجي.

*

## طعنا ۽ پٿر

ڪنهن ڪـي سُـڌ هـئي ڦٽڪا وسـندا.
خـانَ لـڳا ُبـت ِڪـلنـدا وتـنـدا.
لـفـظ ِسـڌا بَـم گـولا نـاهـن،
طعـنـا پـٿـرن ڪـي چـا لـڳـنـدا؟

*

## قدرتي قاعدو

فـرد توڙي قـوم لئہ هـي قـدرتي آ قاعـدو،
موت کي مُنهن جو ڏئي سگهندو اهو جيئندو پـيو.
ويٺي ويٺي وات جي رد کدمان کهڙو فـائدو،
جـو ڪري اُٿندو، اُٿي هلندو، اهو وڌندو پـيو.

*

## وقت جي واردات

وقـت جـي ويـنـي لـکـي مـون واردات،
لـک اصـول اسـتـاد، ڏٺـڪيو مشڪلات.
"عَـزم جي سامهون جهڪيو آفت پـوي،
ڏينهن کي روڪيندي نـاهـي ڪابـہ رات".

*

## حال جا ڪردار...

عـــزم ۽ امــڪــان جـــا آرڙا - آڙا،
سي بـــ لاهي وينا ٻڏتـر ۾ لـڏا.
چـــونـــ آئيندا اسـان جـا پيڪندا،
حال جا ڪردار ٿيا آنـــڌا - جـــڏا،

*

## هوشياري!

هن صديءَ جـي ديگ ۾ سنڌو ندي،
سامراجي آڳ ڪـــان اُبري پـئـي.
هـوشياري ڪلڪتا، ڪابـــل، سبي!
انقلابـــي ايشـيا اُيـــري پـــئـــي.

*

## هـــوڏ

پــــاڻيپت ۾ طاقتن جــي هـــوڏ آ،
همتن ۽ حڪـمـتن جـــي هـــوڏ آ،
هوڏ جو، هڪ هڪ ڏجي ڪهڙو مثال،
چڙ ته هي جڳ جيوتن جي هـوڏ آ.

*

## ؟؟

ڪوششون - ڪنجون ڪٿي گم ٿي ويون،
قسمتن جي ڳنڍڙ ۾ ڳوليون ٿا ڇو؟
اڄ - اجالو ۽ سياڻو سوجهرو،
ڪالهه جي ڪچڪول ۾ ڦولهيون ٿا ڇو؟

*

## سنگدل ويهين صدي

شوق جون شڪتيون غمن ۾ غرق ٿيون،
جڻ ته قومون، انجمن ۾ غرق ٿيون.
سنگدل ويهين صدي تنهنجي هٿان!
جهومنديون بستيون، بمن ۾ غرق ٿيون.

*

## ٻاٻڙ ابراهيم

دين جي ڀير ياڌرم جي نام تي،
ڪنهن کي شرمائڻ مان ڪجهه ورڻو نه آ.
ٻاٻڙ ابراهيم ٻئي اسلام تي،
جو لٽڻ آيو اهو ڌرڙو نه آ.

*

## قدامت جي شڪست

هڪ صدي اڳ تي ڇُڪو ٿِيو فيصلو،
جنگ، مياڻيءَ جي قدامت جي شڪست.
ڪلهه ٻه هو ۽ اڄ ٻي سا ڳيو سلسلو،
فتح حڪمت جي، جهالت جي شڪست.

*

## ...نه ڇيڙيو دوستو!

مُنهن ٽَڪيو ماڻهن جو، ويسن ڏي ڏسو،
دل جي ڏندن کي نه ڇيڙيو دوستو!
ٿهڪڙا جن وٽ ڪِرڻن تن سان ملو،
دردمندن کي نه ڇيڙيو دوستو!

*

## قدر آهن جو...

قدر آُهن جو ڪٿي ٿيندو ته آ.
هانءُ هوائن جو ٌلڏي ويندو ته آ.
باغ جو گل گل ۽ ٽِپن ٽِپن پوڪ جو،
داد، دانهن کي ڏُڏي ڏيندو ته آ.

*

## شعر گرجي قوم سان

شور کهڙو لهر جو ساگر سوا.
زور ڇا جو واءُ جو اوتر سوا.
شعر منهنجو گرجي، گڏجي قوم سان،
اسلحو بيڪار آ لشڪر سوا.

*

## پير پختا ڪر...

بحر تي او دوست، ڇر تيندو نہ ڪر.
تون آن ڪارونجهر، ڪکر تيندو نہ ڪر.
پير پختا ڪر پٻر جي پاڙ جان،
واءُ وانگر دربدر تيندو نہ ڪر.

*

## ليکو نہ ڪر

ڇا وڃايو، ڇا مليو، ليکو نہ ڪر!
ڪجهہ کٽيو، ڪجهہ هارئو، پٽڪو نہ ڪر.
ڇا اچڻ ڪان اڳ، وڃڻ ڪان پو بہ ڇا،
جڻ ٻڙي مان وئي ٻڙي، الکو نہ ڪر!

*

## ايترو پردو نہ ڪر

چهرو هر هڪ ديد ڪان گم، گفتو هر هڪ گوش ڪان،
اعتبار ئي گم ٿئي تو ايترو پردو نہ ڪر!
آدمي جو سپنو آ، يا تنهنجو آهي فيصلو،
حشر ڪر، هيڏو وڏو هي مسئلو ڏنڌلو نہ ڪر!

*

## خواهشون...

خواهشون جيڪي ڪڏهن پوريون نہ ٿيون،
چڻ تہ خوشبويون جي ڪنهن ناهن سنگهيون.
حسرتون اٺورچ دل جون سون ڏنيون،
رڳ ۾ روجهون اجاريون پئي ٻڪيون.

*

## عشق کي آرام ڇا

عشق اڻ جهل، عشق کي آرام ڇا؟
ولولي تي ولولو، آ دام ڇا؟
سون تہ ماڻڻ جو ڪيو آ فيصلو،
صبح ماڻيم سون، ماڻيان شام ڇا؟

*

## ڪوبہ ڪم مشڪل نہ هو

يا تہ ڪوشش جو عمل ڪامل نہ هو.
يا تہ پورهيو، پيار سان شامل نہ هو.
نيڪ نيت، هوش، همت شرط هو،
مرد سامهون ڪو بہ ڪم مشڪل نہ هو.

*

## ارتقا رڪجي نہ ٿي...

ڇو ڪٿي رڪجون رفيقو، ارتقا رڪجي نہ ٿي.
زندگي جي آرزو ۽ جستجو ٽڪجي نہ ٿي.
ساٿيو، سندرا ٻڌي، هلندا هلو وڌندا هلو،
پاڻ ڇو ويهي رهون، دنيا جڏهن ويهي نہ ٿي.

*

## قوم ٽڪبي نہ آ

لوچ ويڙهي سوچ ۽ رکبي نہ آ.
لاٽ پوچي پاند ۾ ٻڌبي نہ آ.
شخص ڪو ڪڪ ٿئي تہ ڪک ٿي ڏوسگهي،
قوم ساري ڪجهہ بہ ٿئي ٽڪبي نہ آ.

*

## ڇو؟

جا گهڙي آئي وڏي، ڇڏجي ٻــــ ڇو؟
صبح جو ڪم شام تي رکجي ٻــــ ڇو؟
سوچ، ڇيهي ڪـــي متان ڇُهندو هجين؟
زهرَ جي ذرڙي مگر چکجي ٻــــ ڇو؟

*

## دهشتناڪ انديشا

هو وتـــــن ٿـــــا عيش جا شيشا کنيون.
هي اچن ٿـــــا گهرج جـــــا تيشا کنيون.
ڏور - دنيا جهومندا وڏنــــدا هـــلـــن،
دل ۾ دهشتناڪ انــــديــــشــــا کنيون.

*

## ٻَند ڪر افواهه

خام آ، جنهنجو ٻــــ آهـــي هي خيال:
سنڌ ٿيندي ختم اڳـــ چاليهه ســـــال.
سنڌ رهندي، سنڌي رهندا شـــــاد بـــــاد،
ٻند ڪر افـــــواهه، ڏارين جـــــا دلال!

*

## شوق ۾

نيم ديوانو بخاري شاعريءَ جـــي شوق ۾.
سندآڏتي ڏي َچري پئي نوڪريءَ جي شوق ۾.
خلق جيئن جيئن ٿي ڪسي، تڙپي لڇي تيئن ڏونچي،
لوڪ جـــودشمن مدبر، ليڊريءَ جي شوق ۾.

*

## آهي ڪٿي؟

ڪٿستن ڪـــان ِڏي ِوي تـــائين شاعري!
تـيـز بـاغي شـــاعري، آهـــي ڪٿي؟
هـــرقـــدم تي ڪوڙـــي بيـــٺي رهبري،
انقلابـــي - رهــبـــري آهـــي ڪـــٿـــي؟

*

## اسان جي شاعري

ٻُـــوءِ سُرهـــي بـــوستان جـي شاعري.
روشـنـــي آ ڪهڪشان جـــي شاعري.
جوش، هوش ۽ حڪمتون جا ٿـــي ڏسو،
دوستو، سـمـجـهـو اســـان جي شاعري.

*

## آٽڙ انقلاب

رات ڪي سڪرات جو آهي عذاب،
جو اگيان اڀريو اچي پيو آفتاب.
خواب آ، هر رعب تخت ۽ تاج جو،
هڪ حقيقت آهي اڻ ٽر انقلاب.

*

## حوصلو

سامهون اُلري مسئلي تي مسئلو.
ڪربلا گذري ته ڪڙڪي زلزلو.
اهڙي محشر ۾ دلاور دوستو،
هوش ڪي گهرجي خدا جو حوصلو!

*

## ڏايو ڏکيو

دوستيءَ جو دم هڻڻ ڏايو ڏکيو،
ڪنڌ تي پربت کڻڻ ڏايو ڏکيو.
ڪلڪيوليٽر ڪي جڙيو، انسان ڪي-
يار جو "هڪ ڳڻ ڳڻڻ" ڏايو ڏکيو.

*

## امن جو نغمو

عــــزم اڏري آسمــان کـــان اڳيرو.
عرش اعليٰ ڪهڪشان کـــان اڳيرو.
امـــن جـــو نغمو ڏنم گونجي ويــو،
سنڌ ڇــا ساري جهان کـــان اڳيرو.

*

## شعر ارپيم قوم کي

منهنجو حـــصــو ٿـگ، قصو مختصر.
قوم منهنجي کو ُهه، ساگر بي ڪپر.
شعر ارپيم قـــوم کي ڏي ويــا امر.
قــــوم منهنجي معتبر کـــان معتبر.

*

## خامشي ۾ سرڪشي

خـــامـــشـي ۾ سرڪشي ڏسڻي اٿئي.
بي ڏپي بانڪي ٽڪر ڏوڙي ڏي ڏس.
خوامخواهه جـــي مسخري ڏسڻي اٿئي.
سمنڊ ۾ طوفان جي جهيڙي ڏي ڏس.

*

## توسان، ها توسان...

"قوم زندهہ ٿي رهي پرجي زبان زندهہ رهي.
ماتا ُمرڪي، ُملهي، پرجي امان زندهہ رهي،
توسان، ها توسان او سنڌي قوم آ منهنجو وجود،
تنهنجوشان زندهہ رهي پو منهنجي "مان" زندهہ رهي.

*

## ڪٿي آ

ڪاٿي آ قوم سنڌي، قومي زبان ڪٿي آ؟
ڏي وي اسان جي اڏمن جو ترجمان ڪٿي آ؟
تاريخ جو جبر ٿو طعنو هڻي پڇي پيو،
آزاد قوم، تنهنجو اوچو نشان ڪٿي آ؟

*

## ههڙو ُڪلورُ

پرڀات بي نہ ٿئي ۽ ستارا هليا وڃن.
طوفان تيز ٿئي تہ ڪنارا هليا وڃن.
ههڙو ڪلور ڪنهن بہ نہ هوندو ڏٺو ڪٿي،
جو سات پيو هلي ۽ سهارا هليا وڃن.

*

## دلريش / دلڪش گهڙي

مصري جي ٽڪر ملي يا ڦوهه جي ڳڙي ملي.
ساڪي مٺي ملي يا رسول ڪڙي ملي،
سنهن ساڪ زندگيءَ جي دلريش دلڪشيءَ جي،
ڳاري ڳهي ڇڏيسين جيڪا گهڙي ملي.

*

## فرار، ڪرار

انبن جي ڀال ۾ جيئن گدرو ٻـــ رکيو آهي.
تيئن انتظار ۾ تون ڪجهه اعتبار رک.
هي چيز ڪم جي آهي مشڪل ۾ ڪم پئي ايندي،
ڪانئر - فرار ۾ تون سورهيه - ڪرار رک.

*

## اڄوڪو ڏينهن

ڪلو سنڀالي سنڀالي، مٿان رئي ڌــــ پئو.
رئو ته پاند سان اُگهندا وڃو پسي نه پئو.
اڄوڪو ڏينهن، جو مس مس مليو آ مهلت ۾،
سڏون هزار، مسئلا سوين، منجهي نه پئو.

*

## اڇوڪو مشورو

جنون، جوش اوهانجو تيار آهي متان،
سڏي ڏقيڻ، مچرجي، اُٿي، ڊڪي نہ پئو.
اهو بہ عيب غضب جو آ، غير جي هٿ ڪان،
ڇپي ملي تہ اُتيئي جُهڪي، هُشي نہ پئو.

*

## ٽپهريءَ ڏاري

دهشت کي لڳي باھہ، ٽپهري ڏاري؛
عزت جي اگهي آھہ، ٽپهريءَ ڏاري،
تدبير ۽ تقدير جي همت کي آ-
وڻ وڻ کئي وھواھہ، ٽپهريءَ ڏاري.

*

## ڇوڏو نہ مليو

آڙاھہ ويو اونداھہ کي ساڙي اهڙو،
جو پنڊ تہ ڇا پاپ جو پيرو نہ مليو،
درياھہ ويو گجگاھہ کي لوڙهي اهڙو،
جو ڏار تہ ڇا ڏار جو ڇوڏو نہ مليو.

*

## ڳـــولا

امير، پير ڪـــي زردار يـــار جـــي ڳـولا.
وچين ڪلاس ڪـــي غمتار پيار جـــي ڳـولا،
ملون، ٻزار، ٻنيون ڳوٺ جـون ڳليون شاهد،
غريب لوڪ، رڳـو روزگار جــي ڳـــولا.

*

## اونـــو

امير، پير ڪـــي آ مـان شان جـــو اونـــو.
وچين ڪلاس ڪي ڪلچر زبان جو اونـــو.
مريض ملڪ جـــي قرضي عوام ڪي آهي،
آئـــي عـــلاج، لٽي ء مڪان جـــو اونـــو.

*

## وطن جـي ڌرتي

دل جـــان جگر آهي، وطن جـــي ڌرتي.
نيڻن جـــي نظر آهي، وطن جـــي ڌرتي.
هر ڏک جي دوا آهي طبيبو، ٻـــابـــا.
اڪسير اثـــر آهـــي وطـن جـــي ڌرتي.

*

## نوان جوان...

نوان مشال، نيون روشنيون، نوان شعلا،
نوان خيال، نيون ڪوششون، نوان جذبا.
ڇيو لطيف، بخاريءَ ڪي، آزمايون هي،
نوان جوان، نوان قافلا، نوان رستا.

*

## ڪُتڪو

محفل جي لطف، لاٽ ۾ جرڪيو، اُجهيو وڃان.
سچ ٿي پڇين ته ڪو نه ڪو اُلڪو نه ٿو ڇڏي.
ڪاٿي عزيز زندگي، توکي وڻي هلان؟
ڪنهن جاءِ تي به موت جو ڪُتڪو نه ٿو ڇڏي.

*

## سمجهي نه سگهيس

سقراط، *رسل، باخ گهڻو سمجهايو،
بي انت زمانا، توکي سمجهي نه سگهيس.
يا روح نچائيءَ يا لچائيءَ، اِهو ڇا هو؟
بي چين بهانا، توکي سمجهي نه سگهيس!

* برٽينڊ رسل

## جئي اُڏام اسانجي...

قبيح دور ٿئي ٿــــو قديم جــي ضــد ڪـان،
ڏيـو جديد جــي هٿ ۾، حسين ٿــي ويندو.
فلڪ جــو فخر اجايو ٿــــ ’ھــو اُتاھون آ،
ِجئي اُڏامَ اسان جي، زمين ٿـــي ويندو .

*

## گهرُ ِشر ڪنان خير

َپڪ، َپرکَ جي دنيا ۾ انومان اچي نڪتو،
ماڻھن جــي مــدد لاءِ ھنومان اچي نڪتو،
الياس، خضر ڪي چيو، ’گھر ِشر ڪنان خير،
جبريل جي پوشاڪ ۾ شيطان اچي نڪتو.

*

## صورت ڪھڙي؟

تخليق جــــي ھــر شڪل پڪي شاھد آ،
خـــلاق جي انڪار جي وقعت ڪھڙي؟
بــي جسم آ، بــي مثـل آ، بــي ھيئت آ،
الـلـه جي اقـــرار جــي صورت ڪھڙي؟

*

## سُرت- سمڪ

تعريف ۽ تحقيق جو رد ڪد بہ ٻڌم،
تشڪيڪ ۽ توحيد جي پڌ تر بہ تہ هئي.
پئي عشق- عقيدي جي سهاري تي وڌيم،
پر سُرتـ سمڪ راهہ ۾ رهبر بہ تہ هئي.

*

## روشنيءَ جو ميلو

خوشبو چيو: سچي پيو هي روشنيءَ جو ميلو.
سنڌو چيو: جيالن جي زندگيءَ جو ميلو.
تاريخ جو ڪنن ۾ گهو گهو وڳو، پڌو مون-
گهو گهو چيو: بخاري، ڪڙمي ڪميءَ جو ميلو.

*

## وقار جي خوشبو

ڏسو عوام جو گلشن، بهار جي خوشبو.
نئين شعور جون هيرون، وقار جي خوشبو.
ڪڙي پلي تہ ڪڙي بوستان پنائيءَ جو،
مڙي پلي تہ مڙي آر پار جي خوشبو.

*

## چوسٽو

تڪو هوندو تہ جڻ ڏاڏو تڪو هوندو.
مُڏو هوندو تڏهن بہ مترڪو هوندو.
لڪيو جيڪو بخاري چوسٽو هوندو،
فضا ۾ ڦڙڪندو ڳاڙهو جهنڊو هوندو.

*

## زلزلو سمجهو

جي ڪُوڪون ٿا، وڏو هنگامو ڪونهي ٿا،
جي سُڏڪون ٿا تہ ٿا اوتر- ڳڙو سمجهو.
اسين مظلوم اُلرون ٿا تہ لرزو ٿا،
اِجهو سچرون ٿا، هاڻي زلزلو سمجهو.



*

## تعارف

ايازي عيب سمجهيسين، نہ تيموري، نہ تاتاري،
پري پيري، اميريءَ کان نہ درگاهي نہ درباري.
اسان جو يار مزدور آهي، منظور- نظر هاري،
تعارف مختصر آهيون اسين پورهيئي جا پوڄاري.

*

## مقدر ڏي ڏسان ڇو؟

جي ُسرڪي ڏين تہ ساگر ڏي ڏسان ڇو؟
جي راضي ٿين مقدر ڏي ڏسان ڇو؟
گڏيءَ گوڏي جي ويهاري ڇڏين تون،
سڏي هوڏي، سڪندر ڏي ڏسان ڇو؟

*

## ڏک سک جو دوگانو

ڏسان دل ڏي تہ ديوانو لڳان ٿو.
اڃا اڳتي تہ ويرانو لڳان ٿو.
جو ڳايو پنڌ ۾ اُس، ڇانءَ گڏجي،
اِهو ُدڪ سک جو دوگانو لڳان ٿو.

*

## عشق ۽ لفظ

مان پنهنجو عشق ماڻهن کي ٿو سمجهايان.
اجهل جذبن کي لفظن ۾ وجهان ٿو.
ايئن ساگر کي بازر ۾ ٿو پهچايان،
ڪٽي لهرن کي لوڙن ۾ وجهان ٿو.

*

## مان تڙپان ٿو

مان پنهنجي دل جي ٻڙڪن کي لڪائڻ لاءِ ڍڪان ٿو.
اوهين سمجهو ٿا جهومان ٿو، قسم اڏمن جو تڙپان ٿو.
جيئن ٿو عشق جو اوتر اکيڙي پير منهنجا ٻئي،
تيئن محبوب تنهنجي سونهن کي مضبوط چهتان ٿو.

*

## اڻ ڏٺا سپنا

آجوکن آڻ ڏٺن سپنن جو چهرو،
مان آئيندي جي درپن ۾ ڏسان ٿو.
ڪڏهن مَن تاس کيتن جي لهي پئي،
ڪٽي ساگر کي ڪڪرن ۾ وجهان ٿو.

*

## وصيت

شهيد - سِنڌ جو سَنڌ سنڌ سَهيڙيو.
سوين ٻخرا ڪري وِک وک وَنڊايو.
"دفن هِن ديس جي ڌِهه ڌِهه ۾ ٿئي هو،"
وصيت ويو ڪري، پوري ڪرايو.

*

## نہ ايندو

وڇايون ڪيترو جهومي، نچي پر،
چپن جو چاهہ، چنگن ۾ نہ ايندو.
ٻڌايون ڪوڙ تشبيهون ڏئي پر،
مزي جو لطف، لفظن ۾ نہ ايندو.

*

## ايندو تہ آهي

چمن جو واس جهونڪي مان نہ ايندو،
مگر جهونڪو بہ ٻو ڏيندو تہ آهي.
مزو ساڻيان جو سپني مان نہ ايندو،
اهو مجبو تہ ڪجهہ ايندو تہ آهي.

*

## مرڻ ڪانہو

ڌڌڙ جو جهول بنجان ها، مرڻ ڪانهو،
سڄي سنڌڙي تي ڇٽڪاريوم ها ساٿي!
گهڙو پاڻيءَ جو پسجان ها، مرڻ ڪانهو،
ڪٽي سنڌو مٿان هاريوم ها ساٿي!

*

## ٿاهيون ٿا

حقيقت، علم، حڪمت پيارلڻ اقرار ٿاهيون ٿا.
حماقت، وهم، ظلم ۽ زور جو انڪار ٿاهيون ٿا.
گهڻن يارن جي ليکي ۾ مڙئي اشعار ٿاهيون ٿا،
ادب جو سُنهن اسين انصاف جوسنسارٿاهيون ٿا.

*

## ترُ ۽ گهرُ

پلي امرت لپڻ جي آرزو ڪر.
جهجهي سنڌوءَ جي جرَ جي جستجو ڪر!
ازل ڪان عرش تنهنجي بحث ۾ پر-
گهڻي گرَ جي ۽ گهرَ جي گفتگو ڪر.

*

## مان ڇو مران؟

مري غالب نٿو مان ڇو مران؟
فراز ۽ فيض وانگر پيو جيان.
پنائيءَ ڪي چيم: ٻابا ٻُڌو-
ٻچيِ *"سنڌي" تہ مان ٻي ٿو ٻچان.

* سنڌي قوم، سنڌي ٻولي

## مستُ زبانو

تشخص ۽ تقدس سو ڀـ هن ٿر جو؟
تڪلف برطرف، ڇڪچور ٿئي ٿو پيو.
سچل سرمست وانگر مست زبانو هي،
ڀٽائي جو وطن مشهور ٿئي ٿو پيو.

*

## گهوگهو

ڏنو آ ڏونگرن ٿر ٻر کي گهوگهو.
ڪنارا سنگهرون، ساگر کي گهوگهو.
اهو آفاق جو گهيرو ڏئي ٿو،
زمين کي، چنڊ کي، انبر کي گهوگهو.

*

## ٻُڌي ٿو ڪير...

ٻُڌي ٿو ڪير ڪوئل تنهنجي ڪُوڪو کي،
تماشا باغ ۾، ٻيلي ۾ ڏٺو ڏٺو آ.
سنگهي ٿو ڪير سُرهيا تنهنجي خوشبو کي،
انهي بازار ۾ ڏونهين جي بدبو آ.

*

## آفاق جو گهيرو...

اهو آفاق جو گهيرو ڇلو آ،
او هستي، چيچ تنهنجي ۾ پلو آ!
ڪري پوندو ڪڏهن ڪٿ نيستيءَ ۾،
گسي ٿو پيو اڳيئي گهر گهلو آ.

*

## ٻُڍ - ٽر

ڏسيو وڻ - وڻ ڪمي اوٽر ۾ وڃان ٿو.
ڇڏيو منجر، ننڍي ڇر ۾ وڃان ٿو.
پٽو ناهي ته ڇا ٽيندو خطي جو،
مئو استاد ٻُڍٽر ۾ وڃان ٿو.

*

## چالاڪ، بيباڪ

اهي جي ان ظرف افلاڪ آهن.
حميرئو، ڪاڪ ۾ چڻ ڪاڪ آهن.
وڏي ماڻن ٿا منزل ميندرا سي،
جي هڪ چالاڪ ٻيو بيباڪ آهن.

*

## تہ چا ٿئي ھا!

جيئن برسات ۾ ڪيايون ائين ڀونچال ۾ ماڻهو،
ننڍڙڪي خلق، ڏڏڪي ٿي جي جيئي ھاتہ چا ٿئي ھا !
اجايو انتظار استاد، خالق کي ۽ خلقت کي،
قيامت سا ھتي ئي ٿي بہ گذري ھا تہ چا ٿئي ھا !

*

## سنڌين کان سوال

تہ چا، گمنام ٿي ويندا سين ڏير آھستي آھستي؟
خيال - خام ٿي ويندا سين ڏير آھستي آھستي؟
پراون کي پناھون ڏيندي ڏيندي، ڏينھن ھڪ ايندو،
اسين خود سام ٿي ويندا سين ڏير آھستي آھستي؟

*

## عظيم انسان ٻڌ

ڀھاڙن جون وڏيون چوٽيون جھڪائين، تون.
خلائن ۾ اپالن کي ٻڪائين، تون.
عظيم انسان مان توکي سڃيندس پر،
جڏھن سنسار جا آنسو سڪائين تون.

*

## جيئڻ جو حق

ٽـڏي خـارن ـپـڏيو: خوشبو ونگيندا سين.
گـلـن ٽهڪي چيو: مهڪون ونڊيندا سين.
جيئڻ جو حق، رسي قـدسـي ڪسيندا جي،
خدا جو سنهن، نـه ڏيندا سين، نـه ڏيندا سين.

*

## جنس ۽ دولت جو جادو

ڪشش جـو ڪرشمو هرڪو مـڃي ٿـو،
سگهو *"سگمنڊ" آ جبلت جـو جـادو.
مـگر دنيـا ڪـي موهيندو وڃـي ٿـو،
او دانـا *"ڪالما" دولت جـو جـادو.

*

## ڏاهپ جو پـڙاڏو

*او ڏاهـا، تنهنجي ڏاهـپ جـو پـڙاڏو،
هـوا ۾، هـيـر ۾، اوتـر ۾ آهـي.
*اتيو رائين ڪـان راويءَ ڪـان گـذريو،
سـڄـي سنسار ۾، گهر گهر ۾ آهـي.

* سگمنڊ فرائڊ * ڪالما : ڪارل مارڪس
* اشارو ڪارل مارڪس ڏي
* جرمنيءَ ڪان پاڪستان يا يورپ ڪان ايشيا

## تنهنجون منهنجون جرئتون

ڪٽي ڪنڊيون، گلابي موسمون پُٺيون،
ڪري سينگار سهڻيون منزلون پُٺيون.
ميڻنديون مات، جهڪنديون مشڪلون پٺيون،
جتي تنهنجون ۽ منهنجون جرئتون پٺيون.

*

## مون دور ڦيرايو

عقيدا تو، بنا بنياد ٺهرايو،
اچي پيو فرش تي مون عرش ڪيرايو.
قنوطي، تو گهڻو هر وقت روڪيو پئي،
مگر مون دور پئي هر روز ڦيرايو.

*

## خيال

خدا ڪان نا خدا تائين خيال آهي.
ازل ڪان انتها تائين خيال آهي.
لقا پور جو لقا تائين خيال آهي.
بخاريءَ جو بقا تائين خيال آهي.

*

## ظالم لاءِ زلــزلــو

وڏيو دنيا جـي دل ۾ دڪدڪو آهــي.
وڏن لوڏن ۾ دهشت، دٻــدٻـو آهــي.
قيامت نـــاهي، مظلومـو، نـــ گهبرايو !
رڳو ظالم جـي گهر لئہ زلـــزلو آهـي،

*

## حياتي نانگ، تي لت

حياتـــي، نـــانگ، تـــي لـــت آ.
يـــا سَـــرَ ٿـــانءِ جي سنگت آ.
مـــزا، مـــاتـــم اتـــي مـــاڻيـو،
مـــليـــو مـــوقـــعو غـــنـــيـــمـــت آ!

*

## صورت ئي صورت

هنر وارو هجي، دنيا سڄي دولت ئـي دولت آ.
هوا، سورج، مٽي، پاڻيءَ وڏي قدرت جي نعمت آ.
فقط سهڻا گلابي گـــل، ستارا، چنڊ ئي ناهن،
جبل،جر،جهنگ،سڀ سهڻا،رڳو صورت ئي صورت آ.

*

...پو مڃجي

جليو جيئرو وڌيـن تـو جـوت ورچيندو،
مرڻ کان پـو مڇي ڏيکار، پـو مڃجي!
نہ تون عيسيٰ نہ ڏون موسيٰ نہ تون مائو،
بخاري ٿي بچي ڏيکار، پـو مڃجي!

*

...پو مڃجي

ٻنسورو زهـر پِـي ڏيکار، پـو مڃجي!
اهو پي پـو بہ جِي ڏيکار، پـو مڃجي!
پچين ٿو پيو، بچين ٿو پيو تہ چا ٿي پيو،
اِنهي مـچ ۾ نچي ڏيکار، پـو مڃجي!

*

...پو مڃجي

گسي - پيسي پنجيئي ٿي پـراڻـا ويـا،
ڇهين حس سان ڇهي ڏيکار، پو مڃجي.
تہ آخـر زندگي جو دنگ چا هوندو،
زماني کـان پچي ڏيکار، پـو مڃجي.

*

### ...پو مچجي

زمانو، ٻـــاهہ ٻارائي، جمي وچجي تہ پو مچجي.
اشارو يار ڏيارائي، رجي وچجي تہ پـــو مچجي.
ڪلاشنڪوف جي ڪڙڪڙ ۾ ڪوئل تين متان شاعر!
ڳڙائون- مينهن ٿي ڪڙڪي، گجي وچجي تہ پومچجي.

*

### گلابن جا غلام

اسين سُرهاڻ جا گيسو صبا ٻنجي سنواريون ٿا،
ڪندا شبنم جي قطرن کي نگاهن سان سلام آهيون.
نہ ڪنڊن کي ٽاڪيڪاريون نہ ڏوهرسان رکون ياريون،
مگر رابيل جـــا نـوڪر، گلابن جا غلام آهيون،

*

### ايندڙ صدي جي آجيان

اچـــو، ايندي صـــديءَ جـــي آجيان ڪريون!
نشانبر "امـــن - عـــالـــم" جو نشان ڪريون.
هـــٿـايـــون اينمي آڙاهـــہ ڌرتـــيءَ تـــان!
جهنم گـــم ڪريـــون، جنت عيان ڪريون!

*

## پيغام منهنجو

زماني جي گهڙي ۽ مان ٻئي يڪسان،
گهڙي گذري، زمانو لازوال آهي.
جئو مينار، ٽيندو ڊوڙ هڪ ڏڪ سان،
مگر پيغام منهنجو لازوال آهي.

*

## ٻه پيرا، ٻن - هٿيا

ٻه پيرا، ٻن- هٿيا، تون ڇا ته ظاقت آن !
ڪٿي ناقت، ڪٿي ناز ۽ نزاڪت آن.
جهنم، جنتون تنهنجي طبيعت ۾،
ٿون پنهنجي هر قدم تي هڪ قيامت آن.

*

## ڏسبو

انڌارو پرهه ڏاري ڦٽڪندو، ڏسبو.
سويرو صبح ايندو جهومندو، ڏسبو.
ٻٽيندو پڱڪو لاهي تارو تارو ُهت،
هٿي پيو ٻوٽو ٽهڪندو، ڏسبو.

*

## " امن ـ عالم "

هي ايڪيهين صديءَ جو انتظار آهي.
فلڪ بي چين، ڌرتي بيقرار آهي.
شڪاگو ڪان هوانگو جهوُنڪي جهوُنڪي ۾،
ڪنايو، "امن- عالم" جي پڪار آهي.

*

## ايڪيهين...

اڳيان سنسار، ايڪيهين اچي تي پئي.
ڏسون تا ڪامپيوٽر تي هلي تي پئي.
دڳن تي نرڳ، سرڳ آهن سجايا ويا،
عجب آهي، پڇي ٿي ته به نچي تي پئي!

*

## خير، شرجو معرڪو

رذيل انسان خود شيطان ٿي ويندو.
عظيم انسان جڙ يزدان ٿي ويندو.
پيا نڪ خير، شر جو معرڪو هوندو،
زمانو حشر جو ميدان ٿي ويندو.

*

## پيمبر ٽيو

اُجهايو جنگ نـاحق جـي، پيمبر ٽيو،
ڪـٽو گيتا جـا ۽ قـرآن جـا گفتا،
پڙهائي ۽ بخاريءَ ڪـي گهرائي چٽو:
ٻـڌايو امـن عاليشان جـا گفتا.

*

## بشري ترانو

ٻُڌو "ون ورلـڊ" جـو "بشري - ترانو".
ايـرنـدي ۽ الهندي جـو خزانـو.
وڃون ڪرنديون نـه ايٽم بم ٽي هاڏي،
نـه جلنـدو ڪو جهان ۾ آشيانـو.

*

## نغمو

زمانن ڪـي نيوڙي ٽـو ڪيان نغمو،
ڪتابن ڪي نچوڙي ٽـو لـڪان نغمو.
ٻـڌو محبوب جـي پرپور بوسن کان -
اهو امـن و امـان - امـن و امـان نغمو.

*

## جهنم کان جنگ بدتر

جهنم کـــان *شعاعي جنگ بـدتر آ.
نظارو امن جو جنت کـــــان بهتر آ.
آڏا جنگين جـــا ذهنن مـــان پيا پٽجن،
کُلي ويـــو امن جو هر دل ۾ دفتر آ.

*

* ليزر شعاعي

## فرهاد پارن جي ضرورت آ

ندين ڪوڪيو، آ ڏن ۾ ٽڪيو، اُجارن جي ضرورت آ.
پڪاريو ڪٽڪ ياندن ۾، ٻکارن جي ضرورت آ.
مگر آڏو پٿر ناهن پرن، ٽڪٽا ٽڪر آهن،
لڪن تيشن، لڪن فرهاد - پارن جي ضرورت آ.

*

## راڄ وارن جي ضرورت آ

چنيسر جو رڱيون ڇهرو، اڱارن جي ضرورت آ.
ٻڌايون نوڙ جي پڳ، راڄ وارن جي ضرورت آ.
ٽڪا تازي ٽنون ۾ وانگر ٻڪي ٻڙڪي ٻڌا ٿي پيا،
اشارن مان نه ڪجهه ورڻو آ، ٿارن جي ضرورت آ.

*

## ادارن جي ضرورت آ

جتي سهٽيون تري چاڙن، نوان ميهر ملهي چاڙن،
اسان جي عزم کي اهڙن ادارن جي ضرورت آ.
چڙهي ويا چنڊ ڏي ڪافر، لڙي ويا حور ڏي مومن،
هتي هڙني کي هوندي حسن وارن جي ضرورت آ.

*

## هزارن جي ضرورت آ

صدين ۾ ٿيو ٻه هڪڙو ديدور پيدا ته ڇا ٿي پيو؟
اسان جي ڏيهه کي ڏاهن هزارن جي ضرورت آ.
نوان سقراط، افلاطون پيو استاد پيدا ڪر،
زماني کي نڪورن شاهڪارن جي ضرورت آ.

*

## ناهي جهڪيو

جو ايو ڳاڻو، اهو ناهي جهڪيو.
دار تي رهندو آڏو، ناهي جهڪيو.
پنج ڪنڌ ۽ ست مها ساگر گواهه،
پونء تنهنجو پٽ پٽو، ناهي جهڪيو.

*

## ناهي جهڪيو

جيء جيجي، ٿيچ تنهنجي ٿي ملهي!
تنهنجو هر سچو ٻچو، ناهي جهڪيو.
سنگهه سامبس، شينهن دودو، هوشو شير،
آنگ آڏو اڏ ٿيا، متو ناهي جهڪيو.

*

## ناهي جهڪيو

مــرد، محمود ۽ متــن وڙهندي وڍيــا،
تخم دريا خان جــو نــاهــي جهڪيو.
جهوڪ جو جهونجهار بانڪو بــي ٻڊو،
عام ساٿي ٿي اٿيو، نـــاهي جهڪيو.

*

## ناهي جهڪيو

روپلو ڪولهي سَلي ساٿــي نـــ ٿــو،
آڳريون شعلو ٻالــو، نـــاهــي جهڪيو.
پيڻ بـــختاور، بـــلاول، *نـــون - عين -
ڏڙ ڏڪيو، سينو رڏو، ناهي جهڪيو.

*

## ذرڙي ذرڙي جو حساب

تـــــرت ٽيندو آپري سيري جو حساب،
وقت سانڍيو واڪي واڪي جو حساب.
زار، ڍيرو، هـــنلرو، ڦـــورو پـــڏو،
ورتو ويندو ذري - ذري جــو حساب.

* نذير عباسي

## پَلڪي پَلڪي جو حساب

مائرون، پيڙون، ونيون، جيڏيون ُرنيون،
سو سنڀارج ُسڏڪي ُسڏڪي جو حساب!
چَنڙي چَنڙي ڏي نهاري ڪر ُعمر،
پو ڇِتي پو ڇِتي، پَلڪي پَلڪي جو حساب!

*

## لمحي لمحي جو حساب

اڪ پَتي جهولا، ڪليون لوساڻجو!
ڪور ڪي پيو جهوُنڪي جهوُنڪي جو حساب.
هان وڻو، پلپل دعا، دم دم عمل،
جي وڻو تا لمحي لمحي جو حساب!

*

## ُجملي جملي جو حساب

قط، قلم، هٿ، هوش هججو هوشيار!
قوم وٺندي ٽپڪي ٽپڪي جو حساب.
شاعري، استادَ تڪبي ٿور بي،
جلد ٿيندو جملي جملي جو حساب.

*

## ڪجهه ٻڌائجو !

هڪ مسئلو فقيه، پڇون، ڪجهه ٻڌائجو !
ڦڪو لڳي ته ڪيئن اچون؟ ڪجهه ٻڌائجو !
تحت الثريٰ جهڪون جي، اُڏون آسمان ڏري ،
ڪيڏو ڪرون نبڙو ٿي رهون، ڪجهه ٻڌائجو !

*

## ڪجهه ٻڌائجو !

اُپ تان ڌڪيو ته پُيون ۽ تي آدم اچي ٽڪيو ،
ڌرتي ڌڪي ته ڪيڏي وڃون؟ ڪجهه ٻڌائجو !
او مير ۽ پير ۽ ڪير-ڪنڊون ڪائجو پڪيون،
ڪاٿي ضمير دفن ڪيون، ڪجهه ٻڌائجو !

*

## ڪجهه ٻڌائجو !

جو رات ڪي به ڏينهن سڏيون، ڪفر ۾ پئون ،
چاڪاڻ ماڪ، مينهن ميچون؟ ڪجهه ٻڌائجو !
آڙاهه ۾ ٿي جڏهن به جوالا جهجهڙ ڪجو،
طوفان ۾ ٿي اسان به اچون، ڪجهه ٻڌائجو !

*

## حيرت جهڙو

دهر جي ديد ۾ اڳ۾ ئي گهڻي عبرت آ،
شعر جي وات ۾ پيغام به حيرت جهڙو.
ٿي خدا پاڻ مون ٿي پاڻ ڏي جبريل مڪو،
هو انهي خواب جو الهام به حيرت جهڙو.

*

## سانحو

هي به لکبو ته جو هڪڙو سانحو،
مينهن بدران ماڪ سان سرچي ٿو پيو.
نـاڪئـا! رکجو نظر هر شخص تي،
ڪي ته بيڙيون خود خضر ٻوڙي ٿو پيو.

*

## ديڳڙو ٻڙڪي ٿو پيو

ٿو ڪٽي تيلي هنئي، ٻوڙو ٻريو،
ٻوڙي مان ٻيلو ٻريو ٻڙڪي ٿو پيو.
ٻاهر ٻارن ٿيون ٻخاري ذلتون،
ديس آهي ديڳڙو ٻڙڪي ٿو پيو.

*

## گفتا تہ کو پڌي!

اوٺر نہ ڏسي اٿاري موسم، متان ڪرن ٽُٽڙَ،
ڏسي هير گـؤنچ چيري، چرڪا تہ ڪو پـڌي!
وهـ جـو وڏو هٽن ۾، قـاتـل اجـل اکين ۾،
سُـقـراط جـا سُچيتا گـفتا تہ ڪو پـڌي!

*

## سهڪا تہ ڪو پڌي!

سسئي ڏکي سـجـن ۾، سهٽي پـڌي ڪنن ۾،
سهٽن جـا هيڏي هوڏي سهڪا تہ ڪو پڌي!
عاشق جو لاش تڙپي، پٽڪو نـہ ٽا ڪريو جـي-
وهوا تہ ڪجهہ ڪريو جو وهوا تہ ڪو پڌي!

*

## واڪا تہ ڪو پڌي!

ڪنهن دردمند دل جـا دهڪا تہ ڪـو پـڌي!
پٽڪا نہ ٽو ڪنائـي، واڪا تہ ڪو پـڌي.
لازم نہ آهـي ڪنهن جي هر ڪوڪ ڪو ڪنائي-
ڪٽ ڪٽ، ڪڏهن ڪڏهن ير ڪاڪا تہ ڪو پڌي!

*

## ...تہ تڙپان ٿو

ڇھون ڇس ڇرڪ ڇيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
ڪٽي مون کي ڪنڊيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
ازل ڪاھي، ابد ڳاھي چڪو آھيان،
خيال اڳتي بہ ڪيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

*

## ...تہ تڙپان ٿو

جو اوٽر، مينهن ۾ آيو آجھو سمجھي.
اُتي ٽوٽيون اڪيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
گھٽيءَ مان ڪو بہ ڳيرو گھوٽ گذري ٿو،
ڇتو ڪو واڇ ٽيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

*

## ...تہ تڙپان ٿو

مرڻ جي منڊ ٿي ناھيس پر جوڙو،
جيئڻ جي لاءِ جھيڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.
شڪاري جوءِ ۾ شھباز پالي پيو،
بخاري مور ميڙي ٿو تہ تڙپان ٿو.

*

## شــــرم...

کيتري ڏاڍ تـــو تـوڙ تـاتــــي!
ڏنـي ڏئي ڏيهہ جي ڇلي ڇـاتـــي.
قـــوم کوکي، لڇن ’پچن پـاتـــي،
”شـــرم تـــم کو مـــگر نهين آتـــي؟“

*

زنـــدگي ٽڪٽڪي وئـــي بـنـجـــي،
شـــاعري، زهـــر جـــي ’وٺي چاٽي.
چـيـچ ڦٽکا وجهن نـچـي کاتـــي،
”شرم ’تـم کو مـــگر نهين آتــــي!“

*

## پوءِ ڇا ڪجي؟

واهڙو ويري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟
روشني ميري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟
جو ڪري چوري، ڏکي زوري وري،
سو اچي پيري ٿئي، پوءِ ڇا ڪجي؟

*

## پوءِ ڇا ڪجي؟

زندگي اهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟
هائو وهه جهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟
مُنهن نه رهڙيو آهي جو مڪجي ملم،
دوست، دل رهڙي آهي، پوءِ ڇا ڪجي؟

*

## پوءِ ڇا ڪجي؟

ڇاهه ڇاڦون ٿي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟
هانءُ ڦاڪون ٿي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟
ٿر تتو تاسو گهري ساگر مگر،
مينهن ماڪون ٿي پوي، پوءِ ڇا ڪجي؟

*

سمجهڻ جي ڪيم...

ڪي ٻِپي ٻِپي ڏَوَ تـي ڦوڪون ڏين.
ڪي ُسرڪي ڪاڻ ٻہ ڪوڪون ڪن.
سمجهڻ جي ڪيم، سمجهي نہ سگهيم،
هن ميخاني جي هيءَ اُلجهن...!

*

سمجهڻ جي ڪيم...

نئين پار جون ريهون ۽ لاڏا،
مرحوم جي خاموشي، پِتڪا.
سمجهڻ جي ڪيم سمجهي نہ سگهيم،
خود مطلب دنيا جي منشا.

*

سمجهڻ جي ڪيم...

جِت ماڪ ُرئي هر ورق متان،
اُت مڪڙيون مشڪن شوق منجهان.
سمجهڻ جي ڪيم سمجهي نہ سگهيم،
باغن ۾ بهاري آ يا خزان؟

*

## سمجهڻ جي ڪيم...

آيس تہ هيس مان نامحرم،
وينس تہ اٿاريو ويس يڪدم،
سمجهڻ جي ڪيم سمجهي نہ سگهيم،
هن محفل جا هي ڪم ۽ غم.

*

## سمجهان ٿو

هوا جو پونءِ سان پٽڪو بہ سمجهان ٿو،
نئون خوشبوءِ جو لهجو بہ سمجهان ٿو.
ضروري ناهي هي دنيا ڪري ٽڪو،
مان هن جي دل جو هر اَلڪو بہ سمجهان ٿو.

*

## سمجهان ٿو

اهو آ انقلاب، آهٽ بہ سمجهان ٿو،
ٿڻي ڳاڻن جو پيو ٿو ڳٽ بہ سمجهان ٿو،
گجي ٿو گاج، ساگر ٿي زمانو،
انهي گونگي جو مان گهوگهٽ بہ سمجهان ٿو.

*

## سمجهان ٿـو

ڪچو چاهي، سچو چاهي، سو سمجهان ٿو.
مزو چاهي، ڏچو چاهي، سو سمجهان ٿو.
ڪروڙين سنت- جوڏن سان سگهو آهي،
ٻـخاري ۾ ٻچيو چاهي، سو سمجهان ٿو.

*

## سمجهان ٿـو

نٿو سمجهان مان ڪجهہ، سڀ ڪجهہ ٻہ سمجهان ٿو.
او اُونهي ڳالهہ تنهنجو ڳجهہ ٻہ سمجهان ٿو!
ازل کان اڳ ابد کانپوءِ اوندهہ آ،
زمانا تنهنجو منهن چـا، پيچ ٻہ سمجهان ٿو.

*

## ڦهر ٿي ويندو

يار جي ياد نہ ايندي تہ ڦهر ٿي ويندو.
چو تہ برسات نہ پوندي تہ ڏڪر ٿي ويندو.
وقت، حالات جي تبديل ڪي ڏس، بحث نہ ڪر،
پشمڙو گـؤنڇ ٻہ آ پنڊ - پٽر ٿي ويندو.

*

## حشر تي ويندو

سج ويجهو ٿو اچي آڳ، دکن تي ٻرندي،
ٻوڏ بازر ۾ مزورن جو ڀکهر ٿي ويندو.
صور ڦوڪيانئو اُٿو مٺت، قيامت ٿيندي،
عيش مظلوم لئہ، ظالم لئہ حشر ٿي ويندو.

*

## بَرُ ٿي ويندو

تنهنجو شيطان ٿو ڪوثر تي بِڌي بَندَ خدا!
منهنجو فردوس، بيابان ۽ بَرُ ٿي ويندو.
سِنڌ آ ساهہ، بنا ساهہ نہ جِي سگهبو آ،
منهنجا محبوب! سوا تنهنجي گذر ٿي ويندو.

*

## مگر تي ويندو

هو سليمان جو ٻولان ۽ خيبر شاهد،
ديوَ بيداد جي ديوار ۾ در ٿي ويندو.
ڪو بہ انسان لئہ ڪم ناهي رهيو ناممڪن،
ماڳ آزاد نہ آ منهنجو مگر ٿي ويندو.

*

### ...تہ بچان!

ايـــلاز کي اعجاز بنايان تـــہ بچـــان!
جي قـــاز منجهان بـــاز بنايان تہ بچان!
ميدان ۾ بيٺو آ اڳيان *بـــو قـلمون،
ممتاز ۽ دمساز بنايـــان تـــہ بـــچان!

*

### ...تہ بچان!

*خوش خير کي *خوشحال بنايان تہ بچان!
اقـــوال کي اعمال بنايـــان تـــہ بچان!
سرمست جي بيتن مـــان اتـــاريان اوٽـــر،
پيٽ گهوٽ کي پونچال بنايان تہ بچان!

*

### ...تہ بچان!

وينجهار مهاويـــر بنايان تـــہ بـچـــان!
هر شعر مان شمشير بنايان تـــہ بچان!
تـــاريـــخ مکو شرط آ تحريک هٿان،
تـــدبير سان تقديـــر بنايان تـــہ بچان!

* بو قلمون جادوگر۔ ممتاز ۽ دمساز ان قصي جا ڪردار
* خوش خير محمد صوفي شاعر۔ خوشحال خان خٽڪ پشتون جوڌو شاعر

## ...بچي پٺون!

تحرير ڪي تـرار بنايون، بچي پٺون!
ڪوڪار سان ڪٽار بنايون، بچي پٺون!
هن ديس لئہ هزار اُٿن جانباز پيا،
هڪ هڪ منجهان هزار بنايون، بچي پٺون!

*

## ...بچي پٺون!

بندوق ۽ ڪتاب سان دسترس هجي،
هوشيار پنهنجا يار بنايون، بچي پٺون!
سهڪار امن، پيار ۽ انصاف سان هجي،
ڏهڪار تو ۾ ڏار بنايون، بچي پٺون!

*

## ...بچي پٺون!

غدار دوست ٿين، ڏڪاري ٽڪي چڙيون،
جهونجهار پنهنجا يار بنايون، بچي پٺون!
جيڏا نہ گيت، بيت، قطعا، نظم ٿا گهڙيون،
ايڏا اُٿي هٿيار بنايون، بچي پٺون!

*

## ...ٻچي پٺون!

پـــر مـــار لاءِ هار هٿن ۾ ڪنيون وتـــون،
حــقــدار لاءِ هـــار ٺاهيـون، ٻـــچي پٺون!
ماري وجهن ٿيون تِر ڪي مسلسل منافقيون،
جـــي فيصلا سچار بـنـايــون، ٻـــچي پٺون!

*

## اُٿ، اُٿـــون!

”ڇاڪجي“ ڪي چڙهه بخاري، اُٿ، اُٿون!
ڪر تــڪـي تڪڙي تياري، اُٿ، اُٿون!
سمنڊ ٿيون، سيلاب ٿيون، برسات ٿيون،
ظلم آهي پــونءِ ڀـــاري، اُٿ، اُٿون!

*

## آدم ۽ حوا

زمـــانَ ساز وڄايـو، مـڪان جهومي پيو.
زمين رقـــص ڪيو، آسمان جهومـــي پيو.
ڏٺـــو لقاءَ فـرشتن، بـهشت جــــي وچ ۾.
جوان زال سان هڪڙو جـــوان جهومي پيو.

*

## پيت ۽ پيار

پيت ٻارڻ جو ٻـاريو، اُجهيو ئـي نــــ ٿي.
پيار ـ ري روح منهنجو رُجهيو ئي نـــ ٿي.
زنــــدگــــيءَ کـان پڇيم: پيت ۽ پيار ري،
ڀيو ڪو ڪم ڪار تـــوڪي سُجهيو ئي نہ ٿي.

*

## جلوو، جذبو

تنهنجو جلوو منهنجي جذبي سان جڏهن جڙجي ويو،
تنهنجو ڪجهہ قابو ٿيو ۽ منهنجو سڀ ڪڙجي ويو.
ديد، ديدن کي قبوليو، دل سان دل لائون لڌيون،
مون تہ سمجهيو هو جو پڙهبو آهي سو پڙهجي ويو.

*

## اُڪري، مُهري

سُونهن سچڻ جـــي جهولـــي سمجهيم،
هـــي تـــہ پٽر جـي اڪـــري نڪتي.
محبت چانــــوَ َچپرَ جـــي پـــانيم،
هـــي تـــہ َپير جـــي مُهري نڪتي.

*

## جنت بہ اُها آ

جنت بـــہ اُها آ، ِجت ِتلندو هوندين!
سي جنتي جن ساڻ تون ملندو هوندين!
دوزخ جو َٽري هانءَ تـــہ پوندو هوندو،
ُهن ڏانهن نهاري جي تون ڪلندو هوندين!

*

## نفعو، نقصان

ُهن شوخ نگاهن سان ُڦري دل ورتي،
مون شوق ـ نظر ساڻ سندس حسن ڪسيو.
هڪ گنج ُڦرائي وري بيو گنج ُلٽيم،
نہ ڪو نفعو ئي پيوتم، نہ ڪو نقصان رسيو.

*

## آهي ڪو؟

آهي ڪو، ڪنهن جي ڪنهن سان يلا دل لڳي جهلي؟
آهـــي ڪو، پـوش پـوش ڪري روشنـي جهلي؟
هـــا، مـوت ٿـــو هزار تباهيون ڪندو وتـــي،
پر ُهـو سگهي ڪٿي ٿـــو نئين زندگي جهلي!

*

## ڪافي آهي

تـــون مـــونکي وڻين ٿـــو، اهو آهي ڪافي؟
مان تـــوکي وڻـــان، هي ڪو ضروري ناهي.
تـــون سونهن پياريـن ٿـــو پيان ٿـــو ساقي،
پـــر پيار پيان، هـــي ڪـــو ضروري ناهي.

*

## ُحور آهين

تـــون ُسهڻي تـــه آهين سو ڏسان ٿـو وينو،
هن ديس جي فردوس جـــي هڪ ُحور آهين!
مـــان ڏاڍو گنهگار، مـــان ڏاڍو ڪـــوجهو.
هي ڪيڏي ســـزا آهي جـو تون ُڏور آهين!

*

## آلا...!

محبوب ۽ مشتاق ٿي پالين، سانڍين،
ڪيڏي نہ حسين آهي او دنيا! آلا ! !
حورن جو وطن آهين وٽين ٿي ڏاڍي،
جنت جي زمين آهين او دنيا! آلا ! !

*

## اگر سهٽي هجي!

آڳي جي درياهہ ۾ ٻوڙي ڪُڏان،
هُن ڪناري تي اگر سهٽي هجي!
زندگي ڪوجهي ڪان ڏاڍو ٿو ٻڃان-
موت جي ئي پر خبر سهٽي هجي!

*

## مگر سهٽي هجي!

ٻڪ وجهي ساڻس سمهي ماڻيان مزا،
مان مران جهٽ جي قبر سهٽي هجي!
ڪر قيامت ڪير ٿو روڪئي خدا-
شرط هڪڙو آ، مگر سهٽي هجي!

*

## ڇا توکي ڇوان؟

جان پنهنجي جند پنهنجي دلربا توکي ڇوان.
پر اهي ٿئي بيوفا ڪيئن بيوفا توکي ڇوان؟
ڪفر ٿيندو خود خدا يا بيو خدا توکي ڇوان.
مان وڏي ويچار ۾ آهيان تہ ڇا توکي ڇوان؟

*

## حسن، عشق؟

حسن کي ڇجي يا ڇجي عشق کي؟
قيس ري مڪتب مان ڪو مجنون نہ ٿيو.
حسن - يوسف کي ڪپائي ڪن ڇڏيو،
ڪو زليخا وانگيان مفتون نہ ٿيو.

*

## اوتر، ساگر

عشق منهنجي جا اٿيو اوتر پون.
سونهن تنهنجي جا لڳيو ساگر پون.
ڪيئن تہ ٻانهن جي ڪنارن جا وڪڙ.
چاهہ جي ڇپلهن ۾ ٿا هر هر پون.

*

## معجزو

نظر سان مرڪ ميڙيندو وتان ٿو،
چپن سان چاهه چونڊيندو وتان ٿو.
ڇهڻ بن ساز ڇيڙڻ معجزو آ،
سڪڻ سان سونهن ڇيڙيندو وتان ٿو.

*

## مهرباني!

مونکي تڙپايئه، طبيعت، مهرباني!
ساڙهپو بخشيئه، محبت، مهرباني!
ويس ٻچي جو راهه جو پٽر نه ٿيس،
دردمندي، دل جي دولت، مهرباني!

*

## تحريڪ

هل هاڻ ته مڪجيس ملم ڪا موسم!
ٽڙ ٽڙ ڪان چمن ڇيرجي پيو آهي.
هن تانگهه جي تقدير بنائي شايد،
هڪ عشق، جو تحريڪ ٿي پيو آهي.

*

## جگر- جهير

استاد بخاري جـــي ڏســـي دل زخمي،
هـــر لفظ جگر - جهير ٿـــي ايندو آهـــي.
هڪ دوست جي غمگين ٽڏي تي جيئڻ کو،
ٻيــو دوست بـــہ دلگير ٿـي ايندو آهـــي.

*

## سنڌ جون ُحورون

ساميءَ تي منهنجي سنڌ جون ُحورون هلي اچن !
روئن تہ: منهنجي خاڪ تي تارا ٽمي پـــون.
ُمرڪن تہ: ُڪنڊ ُڪنڊ تي موتيا ڪٽڙي پون،
مــوڙن تہ: ڪي ملائڪ پـويــان لڳي پون.

*

## جيون جرجلو

تون ڪوٺي ُمرڪ سان گڏ ُسرڪ پيارين ٿي.
زمـانــو، بـــاهہ جـــا شعلا اُلاري ٿـــو.
تـــون ُسرهي سيج، پـاسي ۾ ويهاريـــن ٿي،
تہ ڄيوَن َجـــرجلو بنجي اٿـــاري ٿـــو.

*

## گلابي زندگي

گلابي زندگي توسان ملان تو.
الائي كيترا كندا لتاڙي.
تڏهن چهرو مکڙ تنهنجو ڇمان تو.
جڏهن مان تو اچان توتا چباڙي.

*

## تون

زمانو دور دردن ۾ تو آچلائي.
تون ڊوهي مونکي قربن جو آجهو ڏين ٿي!
تني ريتيءَ تي سون کي وقت تچکائي،
تون ڊوڙي پنهنجي زلفن جو آجهو ڏين ٿي.

*

## تقدير لوڏي ڏس!

تون زلفن ۾ لکين ٿو، زور جا زنجيرلوڏي ڏس!
ڇهين ٿو تر گلن جا، ترم گهرجا کيرلوڏي ڏس.
پپر ۾ پينگهه جيڏن ساڻ لوڏي روز جهومين تو.
جوان آهين نه قيدي - قوم جي تقديرلوڏي ڏس!

*

## او عشق !

مون ننڍي هوندي ٻُڌي تنهنجي وڏي ساراهہ عشقَ !
پر جواني ۾ وڌءِ ساڙي، لڳئي شل ٻاهہ، عشق !
منهنجي زاري آ بخاري، ڪير ٿيندو آهيان مان،
ميهر ۽ مجنون جهڙن جا ڪيا ڏو لاهہَ عشق !

*

## او عشق !

ڪيترن جا ڏڻ، سريون ٿي ويا صفا ڀُهہ، تُهہ، آڏا،
وقت جي پڙ تي عشاقن جا ٻَڌا ڏو ڳاهہَ، عشق !
حسن آ محبوب سو مغرور رهندو ٿي پيو،
توکي جيڪا ڪاهٽي آهي وجي سا ڪاهہ، عشق !

*

## مسافر سهي

تعلق هو توسان هڪ ڏِرُ سهي،
انهيءَ ڏِرَ ڏان قربان هڪ سِرُ سهي.
چُميم تنهنجيون ديوارون، در هڪ صدي،
او مهمان ـ گهر، مان مسافر سهي !

*

## شاعر سهي

*امرتا نـــ تون، مان نہ *ساحـر سهي،
لِکي پئي لکيياسين نـــہ ظـاهـر سهي.
تون منهنجي سچي عمر جـــي شاعري،
مـــان تنهنجو سچي عمر شاعـــر سهي.

*

* امـرتـا پـريـتـم

* سـاحـر لـڌيـانـوي

## "هڪ شخص"

هڪ ديس جو هڪ دور هيو ـ ڀنپ ۽ ويران،
ويران بـــ اهڙو جـــو بيابان لڳي پيو.
"هڪ شخص" انهي سڄ ۾ فردوس درخشان،
هـــر ڀير گلستان ـ گلستان لڳـــي پيو.

*

هڪ شخص "يتيم" آهي، يتيم آهي اهڙو،
دنيا جي يتيمن جـــو نگهبان لڳي ٿـو.
هڪ شخص عظيم آهي، عظيم آهي اهڙو،
منان ڪانپوءِ، سڀ ڪان مهامان لڳي ٿـو.

*

هڪ شخص "امين" آ، نہ رڳو مان ٿو مڃان پر،
دشمن بـــ مڃن بيٺا امانت ان جـــي.
هڪ شخص ذهين آ، نہ رڳو مان ٿو چوان پر،
تاريخ ڏـــي ثبت آهي ذهانت ان جي.

*

*

ھڪ شخص جو انسان آ، ايڏو تہ عجيب آ.
اطوار ۽ اظھار ۾ يـــزدان لڳي ٿــو،
ھڪ شخص پڙھيو ڪونہ آ، ايڏو تہ اديب آ،
جو اُنَ چيو، الله جو قـــرآن لڳي ٿو.

*

ھڪ شخص چڙھي شھر، وچـي غار ۾ ويھي،
افلاڪ تي، آفاق تي، سنسار تـي سوچي.
ھڪ شخص پري *شـام جي بازار ۾ ويھي،
پر مـــار تي، زردار تي، نادار تي سوچي.

*

ھڪ شخص گھرو پيار ڪان ھڪ وار نہ واندو،
سنسار جـــي سينگار لئہ آزار سـھي پيو.
ھڪ شخص ڪڏھن نرڙ مٿان ڳُھنڊ نہ آندو،
انصاف جي آواز تـــي تـلوار ڪٽي پيو.

* شام ملڪ جي ڪنھن بازار ۾.

*

هڪ اسم، اکر چار ڪو ٽيڪو ٻہ تہ ناهي.
پر ڇٽن ڪتابن جـــو آ عرفان انهيءَ ۾.
هڪ جسم، ڇون جنهنجو ڪو پاڇو بہ تہ ناهي،
ادراڪ ۽ وجـــدان آ حـيران انهيءَ ۾.

*

محبوب خدا ڇٺو ٿا، خدا جي نہ مڃي ڪو؟
مونکي تـــہ اهو فخر آ، محبوب - بشر آ.
حڪمت نہ نبي زنده مڃي، آ؛ ادب ڏي،
قـــرآن جو هـــر لفظ ثبوت آ تہ امر آ.

*

هـــر ريـت ڪٿي نعت، ستارا نعتون،
ٻـــرسات، نديون، نهر جـــا ڌارا نعتون.
استاد جـــا اشعار تـــہ ڇـــا او شاعر،
قـــرآن جـــا ٽيهيئي سـپـــارا نعتون.

*

## لال لطيف

لال لطيف جي ڳالهه هلي پئي يارن ۽ اغيارن ۾،
بيٺڪ بيٺڪ، محفل محفل، اوطاقن، اوتارن ۾.
سنڌ کوي ءَ جي سچي سارهه، چمڪي چنڊ، ستارن ۾،
گلشن گلشن، صحرا صحرا، درياهن، ڪهسارن ۾.

*

شاعريءَ جي آسمان جا آفتاب،
تنهنجا روشن شعر ذهني انقلاب.
ذات توڙي ذات توڙي لات ۾-
شاهه شاهنشاهه آهين لاجواب.

*

"ڪنُ" گهٽوئي ٿي چڪاسين او لطيف!
ويڙ ڪائي، "وات" ٿيا آهيون اسين.
ڪالهه تائين ٿي ڪناسين ٿي ٻڪر،
اڄ ڦهر تي ڪات ٿيا آهيون اسين.

*

*

”صبر جن جو سينگ“ پنهنجي جاءِ تي،
حق لئہ آواز ڪرڻو تو پوي.
سنڌ جي سِر ڪاڻ، ڪارايل جا سَرَ،
هنج ڪي شهباز ڪرڻو تو پوي.

*

اجرڪ - اجرڪ، ٽِڪو - ٽِڪو،
هرهڪ هوش، هرهڪ دودو.
سنڌي جذبو، سنڌي جلوو.
تنهنجو روضو سنڌ جو ڪعبو.

*

اُترادي، لاڙيچو آهين،
ٿاريلو، ڪاڇيلو آهين.
ڇڏ احساس اڪيلائيءَ جو.
لال - لطيف جو ميلو آهين!

*



چون ٿا تہ تون شعر جو شاهہ آهين،
گهڻن جي نظر ۾ شهنشاهہ آهين.
شهنشاهہ ۽ شاهہ ڪا چيز ناهن-
سيد، سنڌ جو ساهہ، ويساهہ آهين!



پڻائيءَ جي ميلي تي پيرن عوض،
اندر جي اکين ساڻ هلبو ضرور.
مٽي سنڌ جي مان جنهنکي ڏنو-
متو تنهن مٽيءَ ساڻ ملبو ضرور.



پڻائي تون هن پونءَ جو پان آهين،
اپونئن لئہ دولهہ دريا خان آهين.
ٻڪين کي مٿو آهين تون نان ڪان،
پڻن جي ڪکن ۾ ڪتو ڪان آهين.



*

مون آهي ڪئين بار ڏٺو، يار پٽائي،
محفل ۾ مليو مانس هيو هارُ پٽائي،
مقتل ۾ ڏٺو مانس ته تلوار پٽائي،
اغيارَ! خبردار، آ بيدار پٽائي!

*

ڪلهه رات، وطن لاءِ دعائون پئي گهريائين،
اڄ رات، سڄي سنڌ تي چئونڪي پئي ڏنائين،
تنهن ڏينهن رڳو ڪانهن جون ڪلڪون پئي گهڙيائين.
اڄ صبح ڏٺو مانس ڪهاڙيون پئي ٽپيائين.

*

پٽ گهوٽ جي هستيءَ تي لکڻ ٿو چاهيان،
ساڙهيءَ ۾ وڏو سمنڊ وجهڻ مشڪل آ.
ماڻهن جي محبت کي ڪتڻ ٿو چاهيان،
مهراڻ جي ڇولين کي ڳڻڻ مشڪل آ.

*

## *سچل ڪانگريس - امن قافلو

هيڪار ڪي ديوار سان ظالم، نہ ورهايو!
هڪ جسم ڪي تلوار سان حاڪم، نہ ورهايو.
سج، چنڊ جي چمڪار ڪي ڪنهن ملڪ ونڊيو آ؟
فنڪار، قلمڪار ۽ عالم نہ ورهايو.

*

ڪيلاش ۽ ٻولان جي خوشبو تہ سنگهو،
هي گيتا ۽ قرآن جي خوشبو تہ سنگهو.
ڀڳوان يا يزدان ڪلي خود ٿو چوي-
انسان ٿي، انسان جي خوشبو تہ سنگهو.

*

هن پار ۽ هن پار جي هيڪار سنگهو.
هن يار ۽ هن يار جي هيڪار سنگهو.
پختون، بلوچي هجي يا سنڌي، پنجابي-
سچار ڪلاڪار جي هيڪار سنگهو!

* ٢٦ نومبر کان ٢ ڊسمبر ١٩٨٩ع تائين سڳا طرفان سچل ڪانگريس ۽ امن قافلي جي سلسلي جا ڪي شعر.

*

هـــي اديبن، عـالمن، دانشورن جـو *قـافلو،
ڪرڙو ڪرڙو سڄ، ڌرتيءَ جي سڄڻ جو قافلو.
ڏينهن، راتيون ڇا وڪون ماپينديون تنهنجون ارتقا،
ڪالهه جو، اڄ جو، سياڻي جي سنن جو قافلو،

*

قسمتون لکندڙ اوهين، لوح ۽ قلم جا پاسبان،
ديس جي ڌرتيءَ جا خادم، عظمتن جا آسمان.
روشنيءَ جا ڪاروان! آ ڪهڪشان تنهنجي ڌڌڙ،
منهنجي تن جا تر جا جذبا ڪن ٿا تنهنجي آجيان.

*

وڻ ڊٺيا عنوان، ڏٺـــ مضمون ٿيـــا،
اســـن ويـــو وڪ وڪ تـــي لکندو قافلو.
هڪ نئين خـــوشبو ۽ هڪ نـــئين روشني،
بستي بستي ويـــو ونـــديندو قـــافلو.

* سچل امن قافلو جو ڪانفرنس بعد سنڌ ۾ هليو.

## ؟؟؟.........

راتِ ڀِنيءَ جو لارَ چَڙن جي،
منجهه چَپرَ تي ڦُرندي آهي،
گُونج رسيلي تنهنجي چپن جي،
منهنجي چپن تي ڦرندي آهي.

*

منهنجي سامهون سخت ڪمند جون،
ڇيتيون نيت ڇليندي ڇو آن؟
ڳوري مُهريءَ ساڻ ڏَڪهر جي،
ساريون پاڻ چڙيندي ڇو آن؟

*

آئيني ڪي ڳاڙها ڳلڙا،
سينگاري آڇيندي آهين!
ڇو وينگس تون جوڀن-جذبا،
ڀاڃن ۾ ورڇيندي آهين؟

*

*

مُرڪي مُرڪي اڄ تو سهڻا،
منهنجي دل جي پُٽ ٽپري.
پيرَ ڪُپن پر ڪيئن نظرن جا،
تنهنجو سينو اُيڪپري.

*

ڳوٺ سڄي ۾ ڳالهه هُلي وئي،
سونهن نئين ساماڻي آهي.
جيڏان ڪيڏان جهار وڏي پر-
اڪ هُن جي ڪانياڻي آهي.

*

تنهنجي هاڻي ڪانگڙ ڪانو،
تنهنجو سينو سنگ - پٽا.
تنهنجون ڳالهيون ڪچڙا آيون،
مڪڙ چاڙا گول - ڳتا.

*

*

هــت ۾ ڏاڻــو، ڪـيچ ۾ ڪــارو،
وڪــ وڪــ لـڪ، جــو لامــارو.
لابــاري تــي وينـدي - وينـدي،
لاهــيــنــدي وئــي لابــارو.

*

منهنجي ڳــل تي ڳــوڙهــا لاڻيون،
ڌَتــڙ ڏي ڊوڙيون تــاسيون ٻڪريون.
تنهنجون نـظرون منهنجون نــظرون،
خير خدايــا، ڪنوڏيون ٽڪريــون!

*

ڇُڪ، منهنجو شــوق مڇي نـــ مڇي!
وچ شهر ۾ چؤنڪ گهـي نہ سگهيس.
مونکي ڪهڙو پَتو تہ ٻَيڪو ٿــو وڄين،
گڏ - گوڏي مُرڪ ڇُمي نـــ سگهيس.

*

*

تون ِسرڪي ساز ُڇهي نـــہ سگهئين.
مان پاڻهئي ڀـــاڻ ِچڙي ٻـــہ ويس.
َچپ َ تنهنجا گيت چون نـــہ چون،
مـان چنگ وانگي ُڇهڻي ٻـــہ ويس.

*

تـو تي ماڪيءَ جـون جاچيون َمڪيـون،
جـي وجـي ُٻـــورَ سان تـــي ٻکيون.
تنهنجي ڇهري تي ٻوندون ڳگهر جون،
منهنجيون ڇهڻيون انهن سـان اکيون.

*

ُسونهن - هرڏي، تـون ڪيڏو وڏين تي!
ِنـــينهن آ شينهن ڏاڍو ڏران ٿـــو.
وقـــت يـــا ويـــر يـــا واءَ نـــاهـيان،
جي سڏين تـي تــہ ُسهڻي وران ٿـــو.

*

*

جـويـن جـڏهـيـن هـتـنـدو آهـي.
هـاري بـازي كـتـنـدو آهـي.
سـورج جـيـئـن جيئن لـڙنـدو ويـنـدو.
تيئن تيئن ڏاڍو وڌنـدو آهـي.

*

جـويـن جيكو ميڙيـو چـونديو،
پيريءَ منجهه ُلٽائـي ڏـو پـيـو.
سانوڻ ڦهريـان گـجندو گـڙنـدو.
ويندي وقت وسائي ڏو پـيـو.

*

تـوكان ُسونهن پنيري ڏـي وئي،
ڳاڙهي پير وجـي جيئن ڪـري.
سون كـان عشق چـڏائـي ويـو آ،
ڏاريـل بـاز وجـي جـيـئـن اڏري.

*

*

ساز چنل کــي چيڙيـــن ڇــوتي؟
نــارَ کنهيل کـــي گيڙيـن ڇــوتي!
منهنجي وِک وِکـــ آس کنڊيڙي،
ڇنهن جـــي منهن سان ميڙي ڇـــوتي.

*

اِئين هٿ تي نوٽن جـا جوراب چاڙهي،
حسينن جي ڇاتيءَ کي ڇُهندو نہ ڪر!
نظر تـي ڪِکي ڪيپ جا خواب چاڙهي.
ٽون خوشبوجي ڇهري ڪي ڇهندو نہ ڪر!

*

جي گرم، تکو تير ٿـــي ايندو آهــــي.
جي نرم، سِتو کير ٿـــي ايندو آهـــي.
ٽون فون تي ڳالهائيندي آهين مون سان،
آواز ٻـــ تصويـر ٿـــي ايندو آهـــي.

*

*

سونهن، تنهنجي سرور جو نالو.
ناز، نخرو، غرور جو نالو.
واعظن چپ چڪي وڏا پنهنجا،
سون ڪنيون آهي حور جو نالو.

*

جڳ جڳ سنگت سپنا،
ختم نه ٿيندا ڪن ۾.
تو سان ملندس پيو مان،
ساهت جي صحن ۾.

*

پير ڪنيا اڪ اولا، اگرا،
پر ٿي دل پئي ٽوٽا ٽڪرا،
سي سنجي پر سونهن نه سنجي،
هت نه اچن ٿا سهڻا سترا.

*

*

شمس ُرو جو شهر اڄ ڪاهه آهي ڄڻ شمسي نظام،
ٓسوٓ سيارن جان وتــــن ِڦرندا سندس ديوار ڪي.
خوش نہ ٿي ڏون ايڏو آئينا تــــہ توڏي ٿو ڏسي،
سوڌهن پنهنجي آ وڏي وئـــي ُسونهن-سرجڻهار ڪي.

*

ڀــــيار ويندڙ مسافـــر ڪـــي ايــــڏو نـــہ ڏي!
ڪـــوڙ صـــدما ڏنئه، هـــي تــــہ صدمو نـــہ ڏي.
ڇڏ تـــہ شوخيءَ جي َڪنڊن ســـان گذري وڃان،
ُمرڪي ُمرڪي چنبيليءَ جـــو لوڙهو نـــہ ڏي!

*

مـــرڪـــڻ ســـان گـــڏ گـــفتـــا تـــنهنجا،
مـــون ٿي چـــونـــڊيا مـــوتـــيا، ُمـــگـــرا.
ِڪـــنـــوڻ ڪـــئـــي ڀـــئـــي تـــوکـــي وهـــوا،
ِميـــنـــهن ِڏنـــا ڀـــئـــي مـــون کـــي ُمـــزرا.

*

*

دل چون تا وڏو خزانو آ.
هڪڙو پئسو قرار ئي ڪونهي.
اڄ ڪٿيو اڄ ميو زمانو آ،
ساهه تي اعتبار ئي ڪونهي.

*

بي درد زمانو پانيان تو،
سمجهايل ڪنهن بي پير جو آ،
نه هو ورسايل تقدير جو آ.
نه ڪو تاتيل ڪنهن تدبير جو آ.

*

هيءَ رات ته ڪهڙي، ڪوڙهي آ،
هيءَ لاٽ به ساڳي پوڙهي آ،
هن هيڏي پونءِ ڪشاديءَ تي،
هيءَ واٽ ته ڪيڏي سوڙهي آ!

*

*

ڪنهن وقت پتو ناهہ تہ ڪنهن ڪاڻ ٿو تڙپان،
”بي انت ڪماڻ“ آهي هنيون ہاڻ، ٿو تڙپان،
”ڇا لاءِ“ جو پڙلاءُ ٿو ٻولار ۾ گونجي،
ان فڪر جي ٿهلاءَ ۾ اڏجاڻ ٿو تڙپان.

*

هي دانهن گدا، شاهہ، ڏئي ڏيان ٻڌو،
ڪو ڪنهنجي قيامت ۾ حفاظت نہ ڪندو.
ميدان ۾ ميزان اچهو ڇاڻ ڪتو،
نئون دور تہ رهزن سان رعايت نہ ڪندو.

*

قرب ڪي بيشڪ قرب ملي،
رعب جو غلبو رعب پيچي،
لوهہ ڪي زبرو لوهہ ڪٽيندو.
چاهي سچي يا ڪو نہ سچي.

*

*

جو ڏسان ٿو خواب سوسهڻو ٻه آ پيارو ٻـــــه آ،
سرسلو تعبير جـــو ڪوجهو ٻـــه آ ڪارو ٻـــه آ،
مان گهران سختيءَ سان ٿو ٻولي مٺي ماکي ٻچي-
تنهنڪري لهجو ٻڌيو کهرو ٻــــه آ کارو ٻه آ.

*

تـــنهنجي اکـــــ ۾ نـظــر ڪٿي آهـــــي؟
جـــســـم آهـــــي جـگــر ڪـٿي آهـــــي؟
هوندن تـــــه سڀ ڪجهه آ دور تو وٽ پـــــر،
شــــرم تـــــوکي مــگــر ڪـٿي آهـــــي؟

*

جهـــڙو عــــابـــــد اهــــڙي عـــــبـــــادت.
جهـــڙو حـــاڪــم اهــــڙي حـڪـومـــــت.
انـــگـــ تــــــه گهر گهر ويڄڻ ٿـــــا پـيـا،
ننـگــ ٻـــچـــن تـــــه ٻـــــه سـنجهو نـعمت.

*

*

ماڻهن ڏنا هٿن سان، ماڻهن جا ووٽ آهن،
ماڻهن وڌيون ستايون، ماڻهن جا نوٽ آهن.
شاعر کي قتل غارت تي اعتراض ڇو آ-
جي گهائجن، ڪسن ٿا ماڻهن جا "گهوٽ" آهن.

*

هن ماڳ جي حفاظت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي.
ڪم ڪار جا قيادت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي.
ماڻهو اڃا هٿان جا ماڻهو نه ٿي سگهيا نه ته-
قادر ته سونپي قدرت، ماڻهن جي هٿ ۾ آهي.

*

عيسيٰ چيو: ڪمال آ، ڪمزور جي مدد،
موسيٰ چيو: ڪمال آ، شهزور کي ڏڏڪ.
مان ٿو چوان سنڀال رڍن جي اُٿو ڪريون،
ڪوڙيون ٻگهڙ کي نرڙ ۾ بندوق جا ٻه ڏڪ.

*

*

حڪومت جا نڪتا، حڪومت تي جاڙي.
مصيبت جا ڏڏڪا تہ رعيت تي جاڙي.
سـزو ايندو ڪمزور ڪـي مصلحت ۾،
تشدد جو پيڪو تہ دهشت تي جاڙي.

*

شريف شهر جو نـالو ذليل ٿـي پيو آ.
رفيق راهـ بدلجي رذيـل ٿي پيو آ.
عـلاج خـوفزدو آ جـو درد غنيو آ،
حڪيم پاڻ ڪـڏو ڪو عليل ٿي پيو آ.

*

دهشت گرديءَ آهي وڌايـو ڌرتيءَ تي،
"پرچو - پرچو"، "ميڙو - ميڙو" جو ٽڪراءُ.
ڪنهن بہ نہ ڪاٽي آهي ڪرايو ڌرتيءَ تي،
جيو - جڻ ڏيو، ڏاڍو گابو جـو پرچاءُ.

*

*

محبت ڏاران، محنت کهڙي.
محنت ڏاران عظمت کهڙي.
همت، حڪمت، غيرت ڏاري-
نه ته ڪونڌر جي قيمت کهڙي!

*

هن ڪي جهٽڪيو ڪجهه غيرت ڪر!
گرندي پونڪيو: غيرت کهڙي؟
ات ات غفلت جي هن گند مان-
شاعر ٿوڪئي پي لت کهڙي!

*

لڳاتار پرمار، ڌمدار ڪکرن مان دهشت وسي پئي.
اٿي ڪو ته طوفان ڪکرن جا پرزا اڏائي ڇڏي-
تشدد جي بي ترس اندڻ هتن مان اذيت وسي پئي.
اٿي ڪو ته انصاف، ڏاين جا ڏوڏا وڏائي ڇڏي.

*

*

گگهه اوندهه ڇانوڻيون شعلن جي سينن ۾ هنيون،
ڪڪ ڏي خوشبوءِ تنهنجي سنڌ سنڌ ۾ گهر ڪري.
ڪينسر جو ڏو اڃا ڏائين نه ڳوليو آ علاج،
مان مري ويس، او عظيم انسان تنهنجي ڏر ڪري.

*

محبت ڪـي او محبوب! مگٺهار نــه سمجهو،
هـي ڏات وڏي بات آ، ڏاتــار بــه آهي.
استاد رڳـو سونهن پرستار نــه سمجهو،
پيدا جو ڪري سونهن اهـو پيار بــه آهي.

*

منهنجو تـون پيـار پگهاري سگهنديـن؟
نــانهن ۾ نينهن ڪـي ڳاري سگهنديـن؟
هــو جـو ـون سـاڻ هميشه آهـــي.
اهــو الـلـه نــه ســاري سگهنديـن!

*



گلاب سان تُوهر ڦٽو، ڏنو آ سون،
شباب کي ڪينسر لڳو، ڏنو آ سون.
نگاهه ۾ ڪوڪا، نراڙ ۾ شعلا،
خيال ۾ خنجر ڪُتو، ڏنو آ سون.



مصيبت ۾ روئڻ جي عيوض تو مرڪان،
محبت جي قيمت ادا ڪرڻي آهي.
مان پيو تو لڳاتار سڪرات پوڳيان،
ها، جيوت جي قيمت ادا ڪرڻي آهي.



هڪ زندگي ملي آ، پر سا به سور هاڙي،
مولا جي مهربانيءَ ۾ بي ملاوت آهي.
محشر ۾ تنهنجي رحمت جو آهي هي نظارو،
هيڏانهن آ جهنم، هيڏانهن جنت آهي،



*

ماتام ۾ گيتن کي نچڻ ڪو نـــہ آيـو،
سڏڪن ۾ هئي سنڌ، ڪلڻ ڪو نہ آيـو.
جنهن ديس جي غدار سان آ ٺاهہ ڪيو،
استاد کـــي ان ساڻ ٺهڻ ڪو نـــہ آيو.

*

جـــذبات ۾ محتاط رهڻ ڪو نـــہ آيو.
درياهہ کي * سونهين ٿي وهڻ ڪو نہ آيو.
محبوب جي محفل مان اٿڻ مشڪل هو،
مظلوم ڪئي ڪوٺ، ويهڻ ڪو نہ آيـو.

*

محبوب سڏيو ڀُهچ، اچـــي پهتو هـان.
تنور هئي وات، پـــچـــي پهتو هـان.
چڪچور ڏسي حال نـــہ ڪر غـم دلبر،
تـــو وٽ تـہ بهرحال، بچي، پهتو هـان.

* ٻاڏيءَ جي ڪسي.

*

جو تـــڙپـي اٿيو سـو غـــريب آهيان،
جو جـــاڳي پـيو سـو نـصيب آهيان.
بهرحـــال يـــارو عـــجـيـب آهيان.
اوهانجو ئـــي شـاعـــر، اديـب آهيان.

*

* مونکي جيڏي ئي پـــورديو ٿي ويـــو،
تنهنکري ٿـــي پـيوت آهيان مـــان.
سنڌ جي ڀـــن ڪروڙ جـــوڏن جـــي.
زنـــدگيءَ جـــو ثبوت آهيان مـــان.

*

ڪـا ذات بـخاري نـــه بقادار آهـــي،
پـــر ذات جيالي تـــه جيالي آهـــي.
هيڪار گواهه آهي تـــه گلزار آهـــي،
گلزار ثبوت آهـــي تـــه مالهي آهـــي.

* سنڌي ٻولي ٿي چوي.

*

ستار، رب آهين، راحم، رئوف آهين،
سونکي پڌاء توکي قهار ڪنهن بنايو؟
انسان جي طبيعت ۾ خود ڏي فتنو هو پر-
شيطان کي اسان لئہ آزار ڪنهن بنايو؟

*

جيون ـ ٻن ۾ ڪوئل ڏوآ، ايڏو ڪوڪيو،
ٻڌن جي ڪن ۾ پرندي تنهنجي ڪوڪو رهندي۔
مالهي تنهنجو جيون ـ جڏبو زنده رهندو،
باغ بہ رهندو، رنگ بہ رهندا، خوشبو رهندي۔

*

مان سچ، سچ، دز ۾ ڏيچي ڪڏهن نہ سگهندو،
جهڙ ۾ ـ گهڙي بہ سورج تہ بہ روشني تہ رهندي،
استاد، دوست دل جو چيچندي بہ ناهي چيچندو-
جي دوست ڏور ويندو تہ بہ دوستي تہ رهندي۔

*

*

ايڏو تومنهنجي زندگيءَ ۾ زندگي ڀري،
جو درد جي گدام ۾ پئي آ خوشي پري.
تيلي جوتون هٽين ٿو، جهجهڙ ٿي پوان ٿومان-
مان ٻنڌ، بند ۾ بہ پئي آ روشني پري.

*

هڪ ڏات کي، هڪ ذات مٿان ناز آهي،
هڪ طرز کي نئين طرز جو اعزاز آهي.
استاد بخاريءَ جو تعارف هي آ-
ـهن دور جي احساس جو آواز آهي.

*

ناساز کي دمساز بڻايو آ مون،
ايجاد جو انداز بڻايو آ مون.
پاتار کان پولار پڙاڏو گونجي-
آواز مان آواز بڻايو آ مون.

*

*

ٺٽو دل جو شيشو بنائي نہ سگهبو،
ڀڳو ڏار وڻ جو لڳائي نہ سگهبو.
اهو استاد مشهور آهي ڪڏهن.
ويو وقت واپس ورائي نہ سگهبو.

*

بي شعور آپ، زمين آهي، فهيم آ انسان.
مونکي علمن جو قسم آهي عليم آ انسان.
هو خسيس آهي، خوار آهي برابر ليڪن.
پو بہ انسان ۾ اميد آهي عظيم آ انسان.

*

## تحرير تي تڙپي

هڪ تيز تتي ڪلڪ ۾ تحرير تي تڙپي.
جڻ باھ ڳهڙي مياڻ ۾ شمشير تي تڙپي.
انڌير جا زنجير يا دريا جا ڪنارا؟
تحريڪ جي اوتر تي ٽڪي سير تي تڙپي.

*

## پڪارون

نادن ۾ نغارن ۾ پڪارون تنهنجون.
ڳيدين ۾ غدارن ۾ پڪارون تنهنجون.
او سنڌ، سچل، شاھ مقامن سان ٻڌيون،
قومن جي ادارن ۾ پڪارون تنهنجون.

*

## او قوم !

تاريخ نہ بخشيندي خطائون تنهنجون.
او قوم جڙيون سخت سزائون تنهنجون.
مجهول آن، ماضيءَ جي مريض آهين تون !
مقبول دعائون نہ دوائون تنهنجون.

*

## هڪلون

آڪاس جي ڪهڪوڙ ۾ هڪلون تنهنجون.
هالارجي ڳنگ - ٻوڙ ۾ هڪلون تنهنجون.
استادؔ جي احساس ٻڌيون ساميءَ سان،
ڪنڊڪوٽ ۾ *ڪاٺوڙ ۾ هڪلون تنهنجون.

*

## جڪڙجي وياسين

رخسار جي شعلن کان بچي نڪتاسين.
زلفن جي سياهيءَ ۾ پڪڙجي پياسين.
ٻورن جي تسلط کان ڇٽاسين مس مس،
ڪارن جي غلاميءَ ۾ جڪڙجي وياسين.

*

## رتوچاڻ

انسان بہ ان ريت رتو چاڻ ٿي نڪتا.
جڻ جهنگ منجهان جيت رتوچاڻ ٿي نڪتا.
تهذيب ڪٿي ٻوت ڪي ٿڦيو سو رت،
گفتار تہ ڇا گيت، رتو چاڻ ٿي نڪتا.

* ڪاٺوڙ : ڪراچيءَ ڀرسان هڪ ڳوٺ، ”تر“

## انڌير ڪي ڏڏڪ

هن زندگيءَ کي موت جي سر تي سوار رک!
هٿ ۾ تـــــرار حـــق وٺڻ لءِ تيار رک!
انصاف کي پڪار، ڏي انڌير کي ڏڏڪ.
پـو ديس جي مدد ۾ اسيدون هزار رک!

*

## ڪاڻ ڪا سوغات

اڄ رات جي اونداهه ڪان پرڀات وٺون ٿا.
گهمسان ۽ گجگوڙ ڪان برسات وٺون ٿا.
هر دور جي هر ديو ڪان هن ديس جا دودا،
مجبور ڪري ڪاڻ ڪا سوغات وٺون ٿا.

*

## استاد به انسان آ

مهراڻ جي آچار ۾ گرڪي نـه ڏٺي ٿو؟
برسات ۾ ۽ ميل جي ڏرتي نه ڏٺي تـو؟
استاد بـــه انسان آ، انسان آ خـــاطي،
سنسار جي جنسار ۾ غلطي نه ڏٺي ٿو؟

*

## پنهنجن ۾، غيرن ۾

پيڙهن کي، شڪايت آ، گهميل واءُ گهلان تو.
بنگلن ۾ گلا آ ته ِتکي ُلڪ لڳان تو.
پنهنجن ۾ پچر آهي رهان ٿـــو خاموش،
غيرن ۾ آ گوگاءُ ته ٿيو گاج گجان تو.

*

## پيچ - ڻاهه

تـــاريخ رتوڇاڻ ٿـي ميندي ٿي َمکي.
نئون دور نئون گهوٽ ٿي ڳانو تو َبڌي.
پيچ - ڻاهه سان قدرت جو وڏو چاهه آهي.
جـي جنگ هجي بند تـــه پونچال اچـي.

*

## اي ڪاش!

آڙاهه، توسان تڪڙو وسڪار ٿي ُپڇان!
آزار، تنهنجي بت ۾ تلوار ٿـــي کپان!
اي ڪاش، سنڌ جنت بنجي پوي تـه پو؛
باغن ۾ پينگهه، پنهنجي هڪ ُحورسان لڏان!

*

## پلي پيا پئونڪو!

جي ڌوم مچايون ته ڏڪن جو ٿهڪو،
جي روڄ ڪرايون ته چئو ٽا ڏهڪو!
جو ڪرڻواٽئون هاڻ ڪري چڪنداسين،
پر سار، پٽي وات پلي پيا پؤنڪو!

*

## ڪيڙي سو ميڙي

اونداهه جي آپيت کي ڪيڙينداسين،
هرجاءِ، نئين جوت پکيڙينداسين،
هي فصل نئين فڪر، نئين موسم جو،
ڪيڙيو به اسان آ، اسين ميڙينداسين.

*

## انسان مهامان

انسان * مهامان ٿي رهڻو آهي،
هر نهر کي درياهه ڏي وهڻو آهي،
هر ڪڙم ٻڌي، قوم سڏي ٿي هيڏي،
* سر - سر سان ملي سمنڊ ته ڏهڻو آهي.

* مهامان : وڏي عزت وارو، مرتبي مان وارو
* سر : تلاءُ، چشمو

## انقلاب جو طوفان

چڪار سمونڊن کان کسيندو ايندو،
وسڪار، ڳهڻي، گهر تي وندڙيندو ايندو،
هر پوک جي ٻوٽي جي ڦٽي ٽپريندو،
طوفان، درختن کي ڌسيندو ايندو.

*

## طنز

ايمان کي فاقا ڏئي ٻي سان ٻنايو،
انسان کي بيڃڙو ڪري شيطان ٻنايو،
خوشبوءِ کي ڦندا ٻه وڌا تو ته اڳو پو،
هن ڍير کي ڦتڪا هڻي طوفان ٻنايو.

*

## هن شهر ۾...

هن شهر ۾ هر شام جو وحشت ٿي وسي،
هر چؤنڪ تي تبليغ جي شفقت ٿي وسي،
شيطان جي لشڪر جو خضر رهبر آ،
مقتل تي مساجد مان هدايت ٿي وسي.

*

## نئون ناز

رندن جو اهو بحث ته بي هوش نه ٿي!
ميخاني جي رسم آهي ته باهوش نه ٿي!
ساقيءَ جي نئين نـــاز منجهايو مونکي،
"آواز نه ڪر، روءِ به نه، خاموش نـه ٿي."

*

## چور مان مور

ڪونڌر به بي ضمير ٿي ڪمزور ٿي پيو.
سمجهو پڪو پهاڙ پڇي، پـــور ٿـي پيو.
ڪانئر به مرد وير ٿي ايري اٿيو جڏهن،
دنيا ڏٺو تـــه چور منجهان مور ٿي پيو.

*

## ڪمزور ۽ ڪم عقل

ڪمزور گنهگار آ، ســـو مونکي پتو آ.
ڪم عقل انهيءَ کان بـه گنهگار وڏو آ،
يزدان ۽ شيطان کي ڪنهن ڪونه ڏٺو آ،
انسان لـــئـــه انسان ئـــيآزار وڏو آ.

*

## وڏو آهي

مظلوم، مجانئو مـــان آزار وڏو آهـــي.
آزار كـــان جـهونجهارو آڌار وڏو آهـــي.
پرمار جي شيطاني قرمار جي گهيري كان-
انـــســـان وڏو آهي، ڏاتـــار وڏو آهـــي.

*

## جگر رکٽو آ

طوفـــان ۾ ڏونگر جـــو جگر رکٽو آ.
بـــرسات ۾ ساگـر جـــو جگر رکٽو آ.
هـــن دؤر جـــو هـــر پـهـر آ پاڻيپٽ،
دل شير جي، بـــابـــر جو جگر رکٽو آ.

*

## ها اڻ ٽيٽي

آڙاهـــ ۾ آلاڻ، اهـــا اڻ ٽـيـٽـــي!
۽ سون ۾ ڪاراڻ، اهـــا اڻ ٽـيـٽـــي!
جنهن وقـت سڏي سنڌ، بخاري ڏيڪي،
چـالاءِ ۽ چاڪاڻ، اهـــا اڻ ٽـيـٽـــي!

*

## اهو ناممڪن

پيلو نه جهلي پور، اهو ناممڪن.
تنهنجو نه پوي پور، اهو ناممڪن.
اُستاد جو آواز لٽيو ٿا لٽ ۾،
اونده ۾ لڪي نور، اهو ناممڪن.

*

## اهو ڪيئن ٿيندو

اغيار سان اقرار، اهو ڪيئن ٿيندو؟
۽ يار سان انڪار، اهو ڪيئن ٿيندو؟
استاد بخاريءَ کي ڪٽي دفن ڪريو،
ڏرتيءَ کان مگر ڏار، اهو ڪيئن ٿيندو؟

*

## سنڌ جهڪي ناممڪن

ترڪي جي ٽتان، سمنڊ سڪي ناممڪن،
ڪڪرن جي اڳيان ڪوهه ڍڪي ناممڪن.
تاريخ ڪري چيخ چيو: او آمر!
جابر جي اڳيان سنڌ جهڪي ناممڪن!

*

## وقت

وقت، پرسار چيو: مال - غنيمت آهي.
وقت، مجبور چيو: سخت مصيبت آهي.
هو ڏسو، ديس جي هر شهر ۾ دوزخ، جنت!
مون چيو: وقت ته هر وقت قيامت آهي.

*

## زمانو

هڪ ڏور کان ٻيو دور، توانو يارو!
پر پو به بهاني تي بهانو، يارو!
هڪ سور کٽيندو آ، ٻچيندو آ ٻيو،
هن کي ئي ته سڏبو آ زمانو يارو!

*

## تلخ حقيقت

ها، سوچ ۾ سپنا ته سٺاوا آهن.
ڏکر به ته چڙ ٿاڪئان ڪاوا آهن.
پر زندگي هڪ تلخ حقيقت آهي،
پنهنجا به مصيبت ۾ پراوا آهن.

*

## مير، پير

ڪي لوڙ ڪٽي، ڇهڪ ڏئي، چير ڏين ٿا.
ڪي زهر پري زور ڪري تير هڻن ٿا.
انصاف پڇيو: ناذو ڏسيو، ڪير هي آهن؟
فرياد چيو: مير ته ڪي پير چون ٿا.

*

## انسان جو خيال

مان ٿو چوان قيام يڪو ٿئي ته ڇا ڪبي!
جگ جگ ملي جيئڻ جو مزو ٿئي ته ڇا ڪبي!
هيڏو وڏو جهان ندڙڪو نٿو ڏهي،
انسان جو خيال، سچو ٿئي ته ڇا ڪبي!

*

## ڪهڙو حسين خواب

او دل، ائين نه سوچ، ائين ٿي نٿو سگهي.
استاد، سونهن، پيار سچو پي نٿو سگهي.
باقي بچيو بهشت، هميشه جيون، پيون-
ههڙو حسين خواب سچو ٿي نٿو سگهي!

*

## اُڀرو...

اُڀرو تہ اڄ قيام ڌماڪو ڪري وجهون!
ڦڪڙيءَ پون پهاڙ ڪو ڪاڙهو ڪري وجهون!
پردي ۾ انڌ، ڌنڌ بنا پردي ٿي پون،
پرمار کي تہ الف اگهاڙو ڪري وجهون!

*

## هي قوم...

هي ڪوڪ، سنهي وار کان خنجر کان تکي آ.
هي ڦوڪ، ڏڏي هير کان اوڙ کان تکي آ.
وهمن جي مقابل ۾ سُتي پئي آ مگر جي،
هي قوم اٿي پئي تہ پو محشر کان تکي آ.

*

## جيئندو رهندو

جو قوم جياري، اهو جيئندو رهندو.
جو عام اجاري، اهو جيئندو رهندو.
مونکي تاريخ ۽ تقدير ڏني پڪ آهي،
جو سنڌ سنواري، اهو جيئندو رهندو.

*

## آجيان

خوشبو اچي تہ ٽهڪي خوشبو سان آجيان ڪر!
بدبو اُٿي تہ ٻچري "ڌو ڌو" سان آجيان ڪر!
دلبر ملي تہ دل جا دهڪار ڪر نڇاور،
دشمن وڏي تہ دودا، "ڌو ڌو"سان آجيان ڪر!

*

## انسان انسان لاء

غمگين جي گذران لئہ گڏ ٿيا آهيون.
ساني نہ رڳو مانءَ لئہ گڏ ٿيا آهيون.
يزدان ۽ شيطان تہ نبرن هڪ ٻئي سان،
انسان تہ انسان لئہ گڏ ٿيا آهيون.

*

## حالات جي تقاضا

چانڊيون، چيبون ۽ شعلا، اڌ رات جي تقاضا،
گلدستا، قول- مالها، پريات جي تقاضا.
ڇنيون، ڇپر ۽ اولا، برسات جي تقاضا،
هر وقت آ علحدي حالات جي تقاضا.

*

## مرد زبرزنگ

ڀرمار اٿي بيهه، مزور آيا ٿئي!
اڙٻنگ ڪٽي چنگ، چنجور آيا ٿئي.
دل تنگ نہ ڪر، تنگ ڪندين ٿيندو ڇا؟
هو مرد زبر زنگ، ضرور آيا ٿئي!

*

## جمهور

مزدور ۽ هاريءَ جو زمانو آيو،
جمهور ٿي طوفان توانو آيو.
بيهي نہ سگهيو عامَ جي اوتر سامهون،
پوير ٿي اُڏيو جيڪو ٻهانو آيو.

*

## مزدور اٿيو

آنڌير وڏي، چنڊ لٿي ٿي آيو.
انصاف چڙهي، ڏينهن َتتي ٿي آيو.
مزدور ڪٽي پيرَ مان زنجير اٿيو،
ڀرمار ڇيو: موت مٿي ٿي آيو.

*

## پيچ زارڪان...

مون ڪالھ ڪٿيو ڏاڍي جو ڏونگر آھي،
ھي پاپ ته چڻ واڻ جو پٽر آھي،
پيچ زار ڪان مون آڳ جو ساگر آڪريو،
ھيءَ اُب تہ برسات جو اوھر آھي.

*

## پورھيت پگھر

ڪڙمي جي سلي، سنگ مان لنگر بنجي،
پورھيت جي پگھر - بانس مان عنبر بنجي.
ڏاڍن ۽ مترڪن ڪي ڪريو قيد نہ ظالم،
ھن پونءَ جو فردوس ٿو بنجر بنجي.

*

## انسان ٿي!

زردار تون قيصر نہ سڪندر آھين!
ڪھسار ھئين، ھاڻ تہ ڪنڪر آھين!
شيطان نہ ٿي، دعويٰ نہ ڪر يزدان جي،
انسان ٿي انسان، جو پونير آھين!

*

## قيامت ڦهتي

ظالم جي مٿان ظلم جي شامت ڦهتي.
ڦورهيت جي مٿس موت ٿي طاقت ڦهتي.
توبه نه ڪئي ته به ڪڏهن قاروني!
آخر ته اچي ٿوتي قيامت ڦهتي.

*

## انسان اٿي ڀيو آهي

يزدان جو فرمان، ڦندي ڀيو آهي.
ميدان ۾ شيطان، مُنجهي ڀيو آهي.
پاتار کي پولار ڏنيون واڌايون:
انسان ٿي، انسان اٿي ڀيو آهي.

*

## استاد بخاريءَ جا ڇپيل ڪتاب

* ”گيت اسانجا جيت اسانجي“ (۱۹۷۱ع)
* ”ٻاراڻا ٻول (مرتب)“
* ”گيت گلابي ٻارن جا“ (۱۹۷۹ع)
* سوجهرو ”استاد بخاري نمبر“ (۱۹۸۱ع)
* ”اونون جوتون“ (۱۹۸۳ع)
* ”ڪوڪن يا ڪليان“ (۱۹۸٦ع)
* ”لهر لهر دريا“ (۱۹۹۰ع)



### ايندڙ ڪتاب

* ”ڌرتي سرتي“
* ”سوچون، پڙڪا، واڪا“



# امرتا

اسان جي سماج ۾ شروع کان وٺي هيٺي ۽ ڏاڍي جي وچ ۾ ڇڪتاڻ هلندي اچي. سچو ساهتڪار ۽ قوم جو حقيقي هڏ ڏوکي اهو تخليقڪار هوندو آهي جيڪو پيڙهيل طبقي جو طرفدار بڻجي، سچ جو ساٿاري ٿي پُر اميد ۽ روشن مستقبل لاءِ جهونجهاري جنگ جهيڙي.

استاد بخاري هن ڌرتيءَ جو هڪ نظرياتي، اه ادب، اسان وارو، پرک ڪندڙ دانشور ۽ سريلو سرجڻهار آهي، سندس سموري شاعريءَ ۾ ڀرپور مقصدي پيغام جو پڙاڏو گونجندي محسوس ٿئي ٿو جيڪو تبديلي جي تنوير ۽ انقلاب جي علامت آهي. هڪ اهڙي انسان جو مسلسل عمل آهي جو پنهنجي منزل تي رسڻ تائين، پنهنجي سرجيل هر هڪ سٽ ۾ اهوئي چوندو رهندو:

جو قوم جياري اهو جيئندو رهندو.
جو عام اڀاري اهو جيئندو رهندو.
مون کي تاريخ ۽ تقدير ڏني پڪ آهي،
جو سنڌ سنواري اهو جيئندو رهندو. (ا-ب)

قاضي منظر حيات
"المنظر" - رتوديرو.

